# جَر- ڏيئا جهمڪن

(نثري نظمَ، جاچنائون، ويچار ۽ چوٽيون)

## شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1993ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ اسي

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| ڪمپوزنگ | عبدالبرادرس ليزر ڪمپوزنگ سسٽم، لجپت روڊ، حيدرآباد سنڌ. |
| ٽائيٽل ڊزائين | فتاح هاليپوٽو |
| پهريون ايڊيشن | ڊسمبر 1993ع |

**قيمت** 80/= رپيا



---

JAR - DEEA JHAMKAN (Poetry and Prose) Written by: SHAIKH AYAZ. Published by: New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition December 1993.
Price Per copy Rs. 80/=
Book No.180

# انتساب

پنجاپ جي عظيم صوفي شاعرن بُلا شاه، فريد شکر گنج، شاه حسين، سلطان باهوءَ ۽ خواجہ فريد ملتانيءَ جي نالي، جن کان مان ايترو ئي متاثر آهيان جيترو سنڌ جي عظيم صوفي شاعر شاه عبداللطيف ۽ سچل سرمست کان متاثر آهيان.

شيخ اياز

بُلا شاه اسان مرڻا ناهين مَرگيا ڪوئي هـور
(بلا شاه)

ہہ گليان تينون سُپٽا ٽِيسين، بابل والي گليان
(شاه حسين)

سَروَر پنکي هيڪڙو ڦاهي وال پچاس
ايـهہ تَن لهرين گڏ تهيا سچي تيري آس
(شيخ فريد)

رِمـا سيــو نہ ويــڻ،
جـويـن پہ ٽـي ڏينهڙا
راتــڙيـون جاڳن جي سـي آنءُ ڪـنـدڙي سيـڻ
جـويـن پہ ٽـي ڏينهڙا
(شاه لطيف)

مئن تو ڪوئي خيال هان، مِلسان نالِ خيال دي
(سچل سرمست)

# پہ اکر

هن ڪتاب ۾ ٻہ ’سر لوهيڙا ڳيپيا‘، وانگر منهنجا ڏگها نثري نظم ۽ ڇوٽا نثري نظم آهن. اُنهن سان گڏ مُنهنجي نوٽ بُڪ ۾ لکيل جاچنائون، ويچار ۽ چوٽيون آهن.

هن ڪتاب ۾ ڪنهنجي ذات ڪي نہ لويو ويو آهي. باقي ان ۾ بين الاقوامي نظرئي جي ڇنڊ ڇاڻ ضرور آهي. آخر ان سان هم-سفر رهي زندگيءَ جا پنجاهہ سال مون هڪ رَج پُنيان ويجايا آهن. شاعريءَ جو موضوع پوري ڪائنات ٿي سگهي ٿي تہ اُهو نظريو بہ ٿي سگهي ٿو، جيڪو هِن وقت واريءَ جي ڪوٽَ وانگر ڊهي ڍير ٿي پيو آهي.

سچ سپ ڪان بهترين هم- عصر ۽ هم سفر آهي ۽ اُن سفر ۾ ڪنهن وقت ڊاہو ڪرڻو پوي ٿو. منزل جي رُخ جو تعين ڪرڻ لاءِ وقفو ضروري آهي.

منهنجي وَري بہ گذارش آهي تہ هن مجموعي ۾ شامل تحرير ڪوئي بہ پنهنجي ذات سان لاڳو نہ سمجهي. مون لاءِ دوستي نظرياتي ڳالهہ نہ آهي، ذاتي ڳالهہ آهي ۽ پُراڻا دوست مون کي اڃا پيارا آهن ڇو تہ مُنهنجيءَ عُمر جو اڪثر حصو اُنهن سان گذريو آهي. هرڪو پنهنجو وڏ ڪُندو آهي. مون کي ڪنهن سان بہ ڪائي ذاتي شڪايت نہ آهي ۽ جي ڪنهن وقت هُئي بہ تہ مون اُن کي درگذر ڪري ڇڏيو آهي. اهو نہ وِسارڻ گهرجي تہ خِيال ۽ اُنهن جي اظهار جي آزادي جمهوريت جو روح آهي ۽ زبان بندي ان جي نفي آهي. نہ رڳو ادب پر صحافت ۾ بہ اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکي وڃي ڇو تہ ان ۾ ئي اسان جي ديس جي ڀلائي آهي.

**شيخ اياز**

٢٠- ٩- ٩٣ع

اَڄ مون ۾ ساهه ڦـوُڪ!
جيئن منهنجي جَدِ امجد کي
مِٽيءَ مان ناهي
تو ڦوڪيو هو،
جيئن شينهن
پنهنجي نئين ڄاول ٻار ۾
ڦوڪيندو آهي،
جيئن عقاب
ننڍڙي عقاب کي
خورش ڏيندو آهي،
مان انهن مان نہ آهيان
جي سمنڊ تي ڦوٽا ٿيندا آهن
۽ پاڻيءَ جي هڪ ڇوليءَ سان
مٽجي ويندا آهن،
مان تہ سارو سمنڊ آهيان،

مونکي پنهنجي ماتائيءَ مان ڪَڍُ
۽ مون کي ايترو اُيار
جو مان تنهنجي چنڊ کان
بار بار چمي وٺي سگهان،
۽ چاهيان ته
تنهنجي ساري آسمان کي
آغوش ۾
آٽي سگهان!
مون ۾ ساهه ڦوڪ
ته مان تو جهڙو ٿيان
’تون‘ ٿيان!



مان ويڄ کي
لِلڪاري چوان ٿو:
”مان جيڪو هي ساري ڪائنات
آهيان
ڇا تون مونکي ماري سگهندين؟
ڇا منهنجو موت تنهنجي وس ۾ آهي؟
ڇا هي تنهنجون پنڪڙيون گوريون
منهنجي زندگي آهن؟
منهنجي زندگي تہ اُهو آهي
جو ساريءَ زندگيءَ تي
محيط آهي
۽ جو مون کي
تيستائين نہ مِٽائيندو
جيستائين مون اهو پورو نہ ڪيو آهي
جو منهنجي مقسوم ۾ آهي،
۽ جو مون کي هن زندگيءَ ۾
پورو ڪرڻو آهي،

پوءِ تون مونکي دوا
ڏين يا نہ!
۽ مان هن کان دعا
گهران يا نہ!
مان هن جي مشيت جو حصو آهيان،
۽ هو پنهنجي مشيت کي
نہ مِٽائيندو آهي."



بُلهي شاهہ کان پٺائيءَ تائين
سارو اتهاس مون ۾ آهي،
مان ئي سارا گيت آهيان
ميران ٻائي کان ٽئگور تائين.
ڪوئي تہ آهي،
جو يڪتاري جي تارَ کي ڪَسي رهيو آهي،
مون ۾؟
۽ اڃا تہ اها ڏِلي نہ ٿي آهي؟
اي ڌرتي!
مان توتي اهو گيت آهيان
جو جَل ۾ ڪنول ڳائيندو آهي،
باکَ جي لاکَ رَتِي لوئِي بہ اُن سان چمڪندي آهي.
۽ رات جي اوڍڻي بہ،
جنهن ۾ تارا ائين ٽمٽمائيندا آهن

جڻ ڪوئي اُنهن کي
ازل کان اُٿي رهيو آهي،
اڄ تائين اهي منهنجي يڪتاري مان نڪرن ٿا ،
جڏهن منهنجون آڱريون
پنبيرڪي جو
اُن جي تارن کي ڇيڙن ٿيون،
۽ انهن مان اوچتو اُڀري اچي ٿو اُهو گيت،
جو مان آهيان،
جو مان آهيان.



مان ٽر جو ٿوهر ٻہ آهيان
۽ اها ماڪ ٻہ آهيان
جا ڪنڊا نہ ڏسندي آهي
۽ جنهن کي اُهي چڀيندا ٻہ نہ آهن،
جڏهن اُها وسندي آهي
اُجاڙ وسنيءَ تي
يا ڦلواڙيءَ تي؛
۽ ٻنهي هنڌ
اُن جِي تازگي ساڳي هوندي آهي
ڏينهن ٻہ اُن ۾ پَرَ پُسائيندا آهن
پر اُن کي ڏنگي نہ سگهندا آهن،
۽ پؤنرا اُن کي پنهنجي گيت ۾ سَموهي
اُڏري ويندا آهن،
۽ سورج مُکي اُن جي اُڏار ڏِسي
سگهندو آهي
جڏهن سورج اُڀرندو آهي.



مان ئي موت هان
مان ئي حياتي،
مان نئون جيوَن
جو ڪنهن ماڪ- ڦڙي مان ڪِري،
رابيل ۾ ڪِڙيو آهي
۽ جنهن جو واس پکڙجي ويو آهي
ڊور دور تائين!
تون جو صدين کان
منهنجو انتظار ڪري رهيو آهين.
اجا ٿورو وڌيڪ انتظار ڪر!



پٿائي!
مون اڄ محسوس ڪيو آهي تہ
’مونا طور سينا‘ ڪيئن ٿيندا آهن!
تو مونکي ڪنيِ ڪنيِ ڪري ڦِٽي ڪيو آهي
۽ مان ٻولاٽيون کائيندو رهيو آهيان،
پر ڪنيُ ڪيتريءَ بہ اُتاهينءَ تان ڪري،
ڇا اُن کي ڏَڪُ لڳي سگهندو آهي؟
تنهنجي تجلي
ڪروڙين آڳريون ٿِي
منهنجا وارَ لسائي رهِي آهي
۽ تون مونکي آٿت ڏئي چئي رهيو آهين،
”مان تنهنجو ڪِنيِ ڪنيِ پَٽي
توکي اُهو پَرندو بڻائي رَهيو آهيان
جنهن جيترو پرواز ڪنهن نہ ڪيو آهي؟“
ڇا هي تنهنجون اتاهہ وُسعتون
مونکي ٿڪائي وجهنديون؟

ڪينترو نہ دور نيئي آيون آهن مونکي
تنهنجون آڱريون
جي خود اُڏار ۾ آهن،
۽ ڪوئي آواز اچي رهيو آهي
تہ ”تنهنجو مُنهن
تنهنجا موُنا
اُنهيءَ سڄ ڪان وڌيڪ ٻهڪي
رهيا آهن
جو ڪينتري وقت ڪان پوءِ
اُڀريو آهي؛
۽ تنهنجيءَ شاعريءَ مان
’رب اَرني‘ جو آواز اچي رهيو آهي،
آواز جنهن سان تنهنجي تن جو تنبورو
ڪروڙين تارون ٿي پيو آهي،
۽ هيءَ ساري ڪائنات گونجي رَهي آهي
۽ سميٽجي آئي آهي
تنهنجي مونن ۾

جن ۾ تو پنهنجو سرِ جهُڪايو آهي،
۽ جي طور سينا جيئن چمڪي رهيا آهن
۽ سج ڏهلجي ويو آهي،"
شمس تبريز وري ڏهڪي رهيو آهي
منهنجي روح ۾
۽ آواز ڦهلجي رهيو آهي
* 'همہ آفتابُ هستم'
۽ مان ڪنهنجو غلام بہ نہ رهيو آهيان
۽ منهنجا زنجير سڀ ٽُٽي چُڪا آهن.
هائو پيٿائي!
مون اڄ ڄاتو آهي
تہ تو 'مونا طور سينا'
ڇاڪي ڇيو هو؟

* چون غلامِ آفتابم همہ آفتاب هستم.
(شمس تبريز)

●

هي مونا جَڏا ٿِي
آسمان ٽَپي وڃن ٿا،
جيڪڏهن آنءُ پنهنجو مُنهن
اُنهن ۾ ڇُپايان ٿو!



سچل سرمست
ڪَنائي رهيو آهي؛
هي نعرو
ڪٿان اَچي رهيو آهي؟
اوپر ۾ اولهه ڪان
اُتر ۾ ڏکڻ ڪان
ڪوئي چئي رهيو آهي،
’اناالحق‘
۾ سانجهيءَ جو سِجُ
منصور جي خون سان
وضو ڪري رهيو آهي؛
۾ سنڌوءَ ۾ ٽُبي ڏئي
اهو لفظ ورجائي رهيو آهي،
’اناالحق‘
پاڻيءَ جي لهر لهر، ڦـُڙو ڦـُڙو
چئي رهيو آهي،
’اناالحق‘
۾ سچل سرمست
وائڙو ٿي سوچي رهيو آهي،

”چا اهو ڪفر نہ آهي
چا مان بہ چوان
’اناالحق‘ !“
۽ جڏهن هو
اهو نعرو هڻي ٿو
تہ درازا جي دز جو
ذرو ذرو
چوي ٿو:
’اناالحق‘
۽ سچل سرمست
مسجد مان نڪرندي
ملان کي
فاتحانہ انداز سان
ڏسي رهيو آهي.



اي موت!
تون
هڪ ڪاريهر وانگر
ڪَر ڪڍي بيٺو آهين،
پر تون
رڳو پاڻ کي زخمي ڪري وجهندين،
مون پنهنجو سِر
هڪ خارِ پُشت وانگر لڪائي ڇڏيو آهي
پر پوءِ به
چانڊوڪيءَ ۾ نچي رهيو آهيان
۽ اُن چنڊ جي آجيان ڪري رهيو آهيان
جو مون ۾ آهي
۽ ٻاهرين چنڊ کان
وڌيڪ ٻَري رهيو آهي!



مان
موت کان بُلند ٿي ويو آهيان،
اُنهيءَ شاهين جيان
جيڪو چُرنديءَ پُرنديءَ ماڪوڙيءَ کي
ڌرتيءَ تي
حقارت سان ڏسندو آهي،
۽ پنهنجي شڪار جي تلاش ۾ هوندو آهي
۽ ڏينهَنِ جا ڏينهن
بکيو رهي سگهندو آهي!



* اُٿي، شنڪر آچاريه
ڏکڻ کان اُتر تائين
مونکي هي کَنڌُ پيهر لتاڙڻو آهي،
هر پَهاڙِي انتظار ڪري رَهِي آهي
اُنهن لقن جو

* شنڪر آچاريه- اٺين صديءَ ۾ مشهور هندستاني فلسفي، جنهن ڏکڻ هند کان اُتر هند تائين سفر ڪري پنهنجو فلسفو پکيڙيو هو.

جيڪي منهنجي پيرن ۾ لڪل آهن،
۽ اُن پنڌ جو
جنهن ۾ اُهي ظاهر ٿيٽيون آهن،
۽ تون نہ ڏنا آهن شنڪر آچاريہ
اهي ڪَنولُ
جي مايا روپيءَ نديءَ ۾ سدائين تَرندا آهن
۽ ڪڏهن مرجهائبا نہ آهن،
تنهنجي من ۾ بہ
مون وانگر هڪ پَؤنر هيو،
۽ مُنهنجي مَن ۾ ڪنول بہ اهي ساڳا آهن
جي تو ۾ هيا
پر تو اُنهن تي پيرو نہ ڏنو هو،
۽ جي اڄ تائين
انتظار ۾ آهن
منهنجي پيري جي
جنهن ڪان پوءِ
شايد پيو ڪوئي پَؤنر نہ اچٽو آهي.

●

تو
سج کي
هڪ نان وانگر پچي
مونکي ٽڪرو آڇيو آهي!
ڇا مان ڪوئي فقير آهيان؟
تون ڀُليو آهين
جي تون منهنجيءَ جهوليءَ ۾ ڪجهہ وجهين
تہ ساري ڪائنات وجهہ
پر پو بہ منهنجي جهولي
توکي خالي نظر ايندي!
ڇا تون هن ڪائنات کان سوا
ٻيو ڪجهہ آهين،
جنهن سان مُنهنجي جهول
ڀرجي سگهندي آهي
۽ منهنجي بک لهي سگهندي آهي؟

●

آءُ توکي خدا ڏيکاريان؟
ڇا اُن جاءِ تي
بيهي سگهندين
جتي
موسيٰ بيهوش ٿي ويو هو
۽ جتي ڪوهِ طور
پاش پاش ٿي ڇُڪو هو؟

●

ڇون ٿا ته
ابي سينا ابديت لاءِ
علاج ڳولي لڌو هو
پر
موت
هُن کان اها دوا کسي ورتي هئي
۽ پاڻ کائي
امر ٿي ويو هو.



فارابي!
منهنجا ياءُ!
هيءُ امت
توکي ۽ مون کي
ڪڏهن سمجهي سگهندي؟



يوسف
زليخا کي
ڏسي رهيو آهي
۽ زليخا
يوسف جي
چاڪِ پيراهن کي،
جنهن مان
ڪائنات
ترڪندي ٿي وڃي.



چون ٿا تہ نہ رڳو ماڻهو سمنڊ ۾ ترندو آهي
پر سمنڊ بہ ماڻهوءَ ۾ ترندو آهي،
۽ ٻڏندا بہ ٻئي هڪ ٻئي ۾ آهن.
جي تون هن ڪائنات تي
سوچيندين
تہ توکي
اها ڳالهہ
سمجهہ کان مٿي نہ لڳندي.



تون اچي رهيو آهين
۽ سنڌوءَ جون لهرون پانهون ڦهلائي
توڏانهن وڌي رهيون آهن،
۽ وڻن ۾ هوائون ٽاريون جهولائي رهيون آهن
۽ تنهنجا سجدا ڪري رهيو آهن،
۽ آسمان تي گهنگهور گهٽائون ڇانئجي ويون آهن
۽ پنهنجا وار وڇائي رهيون آهن،

۽ مـينهن اوڙڪون ڪري، تنهنجا هٿ ڏوئـارائي
رهيو آهي.
تون اڃي رهيو آهين
هرڪوئي تنهنجي دعوت ۾ رُڌل آهي
گهٽائن مان چنڊ ائين نظر اچي رهيو آهي
جڻ وڏين ڪانئن جي ڍير تي،
ڪنهن ديگ چاڙهي هجي
۽ چوڌاري دونهون ڦهلجي ويو هجي،
هي پوري ڌرتي تنهنجو دسترخوان آهي،
تون اڃي رهيو آهين،
۽ تُنهنجا ڪُنڊلا سنارن وانگر لڙڪي رهيا آهن
۽ تون پنهنجون مُرڪون ڪَتين وانگر ورچي رهيو
آهين
ڪجهہ تہ منهنجن چپن ڪي بہ بخشيون اَٿي،
تون ئي تہ ڄاڻين ٿو تہ تنهنجي مُرڪ آواز بہ آهي
جو منهنجيءَ بانسريءَ مان نڪري رهيو آهي

* ۽ جنهــن ڪي ملـڪـوت جا خِلوَتــي ٻُڌي سـوچي
رهيا آهن
ته هي شخص ڪير آهي
جنهنجي بنسريءَ ۾ صورِ اسرافيل به آهي
پر اينتري مٺي آهي
جو ان جي ڪنهن به فرشتي کي توقع نه هئي،
۽ جا قيامت کي پُنتي هٽائي رهي آهي.
مون وٽ پيو ڪجهه به نه نهَ آهي
سوا هن بنسريءَ جي
جا تنهنجي پيرن تي رکي
آنءُ تنهنجو آذر ياءُ ڪيان!

* مست بگذشتي و از خلوتيانِ ملكوت
بتماشاى تو آشوبِ قيامت برخاست
(حافظ)
(ترجمو: پنهنجيءَ مستيءَ ۾ هليو وئين ۽ توکي ڏسي، ملڪوت جي خِلوَتين ۾ قيامت جو آشوب برپا ٿي ويو.)

- اي خدا جيئن تو اسان کي ديد ڏني آهي تہ شفق ۾ سج جا پويان پاڇاوان ڏسي سگهون ۽ جيئن اسان کي گل جي خوشبو جو احساس ڏنو آهي، ايئن اُسان ۾ چڱائيءَ لاءِ پيار بہ پيدا ڪيو آهي، چڱائي جا اسان جي اندر مان اپري ٿي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪي انڌا آهن، ڪن جون ناسون ٻُتجي ويون آهن ۽ ڪن جي سيني ۾ برائي ڪانڊيرن جي جهنگ وانگر اُپري آئي آهي. ائين ڇو آهي اي خدا! جڏهن هر شيءِ جو خالق تون آهين؟
- اي زندگي! تون موت جي ڏيءَ آهين، اُن کان ڇو ٿي ڊڄين؟
- اي موت! تو تہ پهاڙن کي بہ نہ ڇڏيو آهي: مان تہ انسان آهيان!
- اي سمنڊ! ڇا تون اُن سمنڊ کان وڌيڪ گهرو آهين جو مون ۾ آهي؟
- اي سج! تون سمنڊ جي ڪناري منهنجن پيرن کي چنبڙي پيو آهين، پر مان ڇا ڪيان، لهرون مون کي سڏي رهيون آهن!
- اي تُنج جهڙا جيت! جڏهن تون منهنجي پير هيٺان اتفاق سان اچي وڃين ٿو تہ ساري ڪائنات لرزي وڃي ٿي.

- اي موت! تون مون تي ڪيترو نہ مهربان آهين! تون دَر جي وٽي ڪولي ڏسين ٿو تہ هي لکڻ ۾ مصرف آهي ۽ پوءِ دبي پير موٽي وڃين ٿو، جيئن منهنجو ڌيان توڙانهن نہ ڇڪجي. پر تون اهو نہ پُل تہ مون کي ياد آهي تہ مون مهمان کي ملاقات لاءِ ڪافي ترسايو آهي. پر مان ڇا ڪيان، هي صفحو اجا پورو نہ ٿيو آهي!
- اي خدا! مان تنهنجو هڪ گنهگار ٻانهو آهيان. تون پاڻَ ئي منهنجا زنجير لاهي ڇڏيا آهن. هاڻي مان جيتري ٻہ ڇلانگ لڳايان مون تي ميار نہ آهي.
- آسمان! تو ۾ غارون آهن، جن ۾ منهنجو آواز گم ٿي وڃي ٿو ۽ ٻي پار پهچي ايڏي پڙاڏي سان گونجي ٿو، جو پڙاڏي جي پڙاڏي جو پڙاڏو ڪنهن کي ننڊ ڪرڻ نہ ٿو ڏئي ۽ ڪَروٽي پاسا ورائي سوچي رهيا آهن تہ خدا ڪنهن ڪنهن انسان کي رڳو آواز ڇو بڻايو آهي؟
- اڄ هابيل قابيل کي ڇُرو هڻي، پنهنجو پراڻو پَلئُہ چُڪائي رهيو آهي ۽ بهشت منتظر آهي آدم جو، جنهن مان هن کي ڪيئي ارب سال اڳ نيڪالي ملي هئي ۽ حوا هن جي پاسيريءَ مان پيدا ٿي احساسِ ڪمتريءَ ۾ مبتلا ٿيڻ نٿي چاهي.

- تنهنجو پٽ ڪنعان ڪان بہ بُرو آهي ۽ ان ۾ اُها بُرائي تو مان آئي آهي ڇو تہ تون نوح نہ آهين ۽ تو ۾ اها برائي تنهنجي پيءُ، ڏاڏي، پڙڏاڏي، تڙ ڏاڏي مان آئي آهي ۽ ان جو سلسلو اڪٽ آهي. اها ڪٿان شروع ٿي؟ ڇو ٿِي؟ ان جو ڪوئي جواب نہ آهي.
- * اي ازلي حقيقت! مان غالب جي تير- نيم ڪش وانگر نہ آهيان ۽ تنهنجي جگر مان پار هليو ويو آهيان ۽ تون اهو بخوبي ڄاڻين ٿي!
- * * اي برهمڻ! اهو قشقو منهنجيءَ پيشانيءَ تي لڳائيندين تہ سج ۽ چنڊ ڪان وڌيڪ چمڪندو.
- هيءَ دنيا تنهنجو آئينہ خانو آهي پر مون اُن کي ٽوڙي، ان جا ڪروڙين ٽڪرا ڪري وڌا آهن ۽ هر ٽڪري ۾ تنهنجو ديدار ٿي رهيو آهي.
- ڇا هو اجنبي گهوڙي سوار اچا تائين گهوڙو جهلي بيٺو آهي؟ اُن کي چَوُ تہ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ موٽي اچي: مان اجا سفر لاءِ تيار نہ آهيان.
- تو ڏنو تہ خدا منهنجيءَ گهٽيءَ ۾ فانوس جلائي رهيو هو؟
- ازل ڪان منهنجي درگاهہ تي ڏمال وڄي رهي آهي، رڳو تو نہ ٻڌي آهي!

---

* ڪوئی ميرے دل سے پوچھے ترے تيرِ نيم کش کو،
يہ خلش کہاں سے آتی جو جگر کے پار ھوتا.
(غالب)

** قشقو.

- مون خُدا کي ڄامشوري ۾ انسان جي جامي ۾ ڏٺو هو.
- اي خدا! مون جنهن بہ انسان اڳيان سر جهڪايو آهي، هن کي تُنهنجو پاڇو سمجهي، جهڪايو آهي.
- تون پڇين ٿو تہ 'خدا ڇا آهي' ؟ ۽ مان پڇان ٿو تہ 'خدا ڇا نہ آهي؟' ٿي سگهي ٿو تہ اسان ٻئي ساڳيا سوال پڇندا هجون، ٿي سگهي ٿو تہ اهي ٻہ الڳ سوال هجن.
- تون، تون آهين، هوُ هوُ آهي، جيستائين تون وحدت الوجودي نہ آهين!
- ڪي داراشڪوهہ وانگر پيرا ڇڏي ٿا وڃن ۽ ڪي اورنگزيب وانگر. نيٺ سڀ پيرا طوفان ۾ ڊڪجي وڃن ٿا.
- بايزيد بسطاميءَ ڪنهن کي چيو: "جي موت آهي تہ تون نہ آهين، جي تون آهين تہ موت نہ آهي. لطف تہ ان ۾ آهي تہ تون ۽ موت ٻئي گڏ هجو."
- زندگيءَ جو چيچڙو الائي ڪيترين صديون ڪنهن ٻلاول جو انتظار ڪندو آهي!
- حياتي موت کي ختم ڪري سگهي ٿي، موت حياتيءَ کي ختم نہ ٿو ڪري سگهي.
- ڇا ماضي، حال ۽ مستقبل هڪ هنڌ آهن ۽ هي وقت جي رواني فقط نظر جو فريب آهي؟
- جيئن خلا ۾ وِقت بيهجي ويندو آهي، تيئن مون وٽ

وقت بيهجي ويو آهي. مان ڏرتيءَ جي مدار کان ٻاهر نڪري چُڪو آهيان.

- دانائيءَ جي انتها نادانيءَ جو احساس آهي.
- شبليءَ منصور حلاج کي گل ڏنا، مون هُن کي مُرڪي ڏنو. هُن اهي گلَ پَٿَر سمجهي لنوائي ڇڏيا ۽ هن جي اکين منهنجيءَ مرڪ مان گل چنا، جي اڃا تائين هن سان آهن ۽ مرجهايا نه آهن.
- اي غالب! جي نمرود جي خدائيءَ ۾ تنهنجو ئي ڀَلو نه ٿيو، ته مان بندگي ڇا لاءِ ڪيان؟
- اي ابابيلو! اوهان اڃا ڪنڪر ڪنا ڪندا ٿا رهو! اغيار جو لشڪر وڏندو ٿو وڃي ۽ مان اوهان ڏانهن تاڙي رهيو آهيان.
- بيدل دهلوي! هي تو ڇا چيو هو ته:
  ’تون آئيني جي دروازي کان ٻاهر آهين!‘
- علامه محمود شبستري ’گلشنِ راز‘ ۾ چيو آهي ته ”جيڪڏهن سج کي اکين سان گهوربو ته اکين ۾ اونده اچي ويندي پر انهيءَ سج جو پاڇو پاڻيءَ ۾ ڏسبو، ته جيتوڻيڪ اسان سج کي ڏسي نه سگهنداسين پر ان جي ڪيفيت ذهن ۾ پيدا ٿيندي.“
- فيروز شاه تغلق! تو جڏهن اباحتي ۽ مهدوي قتل ٿي ڪرايا تڏهن موت تنهنجي پنيان جلاد جيئن بيٺو هيو، جيتوڻيڪ هن جو هٿ مياڻ تائين نه پهتو هو.

- چڱو به مرڻو آهي جيئن برو مرڻو آهي ۽ نيٺ قاتل جي هٿ مان خنجر ڪري پوڻو آهي. هيءَ حوا پنهنجا وار ڇو پَٽي رهي آهي؟ اهو ڇو نه ٿي سمجهي ته موت جهڙو معاون ٻيو ڪوبه نه آهي ۽ هو ڪيتري صبر سان انتظار ڪري ٿو، مظلوم ڪان وڌيڪ ظالم لاءِ!
- ماڻهو ڪيڏو نه نِرچو آهي! هو چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي موت کان پوءِ به نه سمجهي سگهيو آهي ته هر ڪنهن جو انت ساڳي ڪَڏ آهي! جڏهن هو اَنڌ جي گهوڙي تي سوار آهي ته هُن جون اکيون ڌرتيءَ ڏانهن هيٺ نه ٿيون ڏسن!
- موت نه حلاليءَ کي ڇڏي ٿو، نه حراميءَ کي، موت جو خود نه حلالي آهي نه حرامي ۽ جنهن جو پيءُ اجا تائين لاپتي آهِي!
- هي منهنجو هٿ مستقبل جو هٿ آهي، تقدير جو هٿ آهي، مشيتِ ايزديءَ جو هٿ آهي، ٻارڙا تون ان جي ڇيچ کي پڪڙي ٿو سگهين!
- منصور حلاج! جي تون منهنجو همعصر هجين ها ته تون به مون کي پٿر هڻين ها.
- سرمد! هٿي وچ! ڇڏ ته مان تنهنجيءَ اَڏيءَ تي سِرُ رکان! تولاءِ ته هڪ اورنگزيب هو، مون لاءِ سَوين آهن.
- شاهه عنايت! هر شَهيد مقتول ٿيندو آهي، هر مقتول شهيد نه ٿيندو آهي.

- زندگي تير جيان هڪ هنڌ بيٺي بہ آهي، اُڏامي بہ رهي آهي!
- هان هي خدا جو ثبوت! هي پوپٽ، جنهنکي مون ٽانگر جي گل تان پڪڙيو آهي!
- سمنڊ تي سج لهندي چيو: ”مان غروب ٿي رهيو آهيان. مون سان گڏ هلنديں“ . مون جواب ڏنو: ”مون ۾ هڪ ٻيو بہ سج آهي جو اجا نصف النهار تي آهي. مان انهيءَ سان گڏ آهيان“ .
- مون جمنا جي ڇولين کان پڇيو: ”رام تيرٿ اوهان ۾ ڇا ڏنو هو جو اوهان ۾ ٽپو ڏنو هئائين؟“ ڇولين مون ڏانهن ڪنڌ ورائي نہ ڏنو ۽ وينديون رهيون!
- درياه! جي چنڊ توکان رُسي ويندو تہ تنهنجي وهڪري ۾ ڇا ڪوئي ڦيرو اچي ويندو؟
- ڇا نوح جي ٻيڙي ۾ ڪوئي شاعر بہ هو؟ جي نہ هجي ها تہ پڪي ايترو وقت انسان سان گڏ گذر ڪيئن ڪري سگهن ها؟
- ’من عرف نفسہ فقہ عُرف ربہ‘ يعني جو خودشناس آهي سو حقيقت شناس آهي.
- تون تہ هن سَراءِ تي ئي قبضو ڪري وينو آهين! ڇا توکان وسري ويو آهي تہ توکي فقط رہڻ- بسيري جي اِجازت آهي؟
- هرڻ کي پريل واٽهڙيءَ تي ڏسي توکي آواڳوَن جي

ايرڪا نہ ٿي آهي؟

- پاڻي تي لهندي سج چيو، ”مان توکي ابدي زندگيءَ عطا ڪيان؟“ ندي مرڪندي وهندي رهي.
- پڇاڙيءَ تهجد جو سجدو ڪيو. هن ڪي اهو سج نظر نہ آيو، جو هُن جي نرڙ ۾ ٻري رهيو هو؟
- تون دهريو آهين، توکي ان تي غصو ٿو اچي تہ مان وحدانيت ۾ اعتبار ڇو ٿو ڪيان! مان تہ رڳو اهو سوچي رهيو آهيان تہ ڪاٺ ڪُتي ڪي، جنهن جا رنگ شفق ڪان سهڻا آهن، خدا ڪانسواءِ ٻيو ڪير بڻائي ٿو سگهي؟
- ڇا تو پاڻ ڏنو هو تہ توکي فلاڻيءَ ماءُ ڄڻيو هو؟ جي نہ، تہ پوءِ تون ڪيئن ٿو چوين تہ تون فلاڻيءَ ماءُ جو پُٽ آهين؟ هيءَ ڪائنات بہ خدا ائين خلقي آهي پر اُن جي اکين ڏٺي ثابتي ناممڪن آهي.
- تون ڄاڻڻ ٿو چاهين تہ زندگي ڇا آهي ۽ مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان تہ موت ڇا آهي؟ ڇا اسان ٻئي ساڳي تلاش نہ ڪري رهيا آهيون؟
- خدا جي دڳ تي ڪيڏا نہ ڪنڊا آهن ۽ مون ڪي جُتي بہ نہ آهي!
- اي ڪاش! مان تنهنجي جُتي هجان ها! تون ڪهڙيءَ گهڙيءَ مان گهمي آيو آهين جو تنهنجا پير ائين ڪڇي رهيا آهن، ڄڻ وک وک تي گلاب جا گل ڦُٽي رهيا آهن!

- تون جنهن سفر ۾ آهين، جي منهنجيءَ ڪل مان جُتي ڏاهي سگهين تہ مان تنهنجو احسانمند رهندس.
- سرمد مسجد جي مينارن کي چيو: ”جاڳو اوهان گهڻي ننڊ ڪئي آهي ۽ چنڊ اوهان جو انتظار ڪري موٽي رهيو آهي.“
- ڇا منهنجو رمضان سڄي عمر رهيو آهي؟ ڇا هيءَ پهرين عيد آهي ۽ تون هلال وانگر نظر اچي رهيو آهين؟
- اڄ! سومهياڻيءَ جي بانگ اچي رهِي آهي ۽ تو اڄا منصور وانگر پنهنجي رت سان وضو نہ ڪيو آهي.
- هر شام جو هيءَ ڪنهنجي صداءِ ناقوس اچي رهي آهي؟ مان ڪيستائين پنهنجو ڪوُچ ملتوي ڪندو رهندس؟
- مون ڪارڊيو وئسڪيولر انسٽي ٽيوٽ ۾ هڪ دوست ڊاڪٽر سان سرگوشي ڪندي، پڇيو، ”ڊاڪٽر! ٻڌاءِ تہ هتان جا گهڻا ڊاڪٽر دل جي بيماريءَ ۾ مُئا آهن.“

چيائين تہ ”اهو رڳو توکي ٿو ٻڌايان، پنج ڊاڪٽر مري چڪا آهن. انهن مان هڪڙي تہ اينجوگرافي ڪرائي سرٽيفڪيٽ ورتو هو تہ هُن کي ڪجهہ بہ نہ آهي. هتان اچا فريئر هال تائين مس پهتو تہ هن کي دل جو دؤرو پيو ۽ مَري ويو.“

- تون لوح و قلم کي نہ ٿو مڃين؟ تنهنجو علاج بہ تڏهن ڪامياب ٿيندو، جڏهن اُن جي ڪاميابي لوح- محفوظ ۾ هوندي. جي تون مون کي وهمي ٿو سمجهين تہ

تنهنجي اها سمجهه به اڳ ئي لوح- محفوظ ۾ آهي.

- ڇا بنياد پرست بلهي شاهه ۽ باهوءَ، سچل سرمست ۽ شاهه لطيف کي مٿائي سگهندا يا بُلهي شاهه ۽ ٻيا بنياد پرستن جا بنياد ڪٽي وجهندا؟
- جي- ايم- سيد انهيءَ ۾ بلڪل صحيح آهي ته پاڪستان جي بهترين سياست تصوف آهي.
- هي ڪفن ۾ ڍڪي ڪنهن کي ڪٽي ويا آهن؟ مان ته پنهنجي جنازي نماز ۾ نمازين جي پهرين صف ۾ بيٺو آهيان.
- اي خدا! تون هن جيت ۾ ڪيترو ننڍو نظر اچي رهيو آهين!
- * هُن نرس جو نالو ائگنيس هو ۽ هوءَ گفتگو ۾ اينترو نرم هئي جو جڏهن مون هن کي چتائي ڏٺو ته رڍ جي ٻچ ۾ ڍڪجي وئي. جڻ هوبهو ڪرسٽ ٿي لڳي!
- مان بپتسمي وارو جان نه آهيان. مان هن کان گهڻو اڳ ۾ چايو هوس جينوٽيڪ پاڻيءَ تي سچ کي ڏسي مان اڃا تائين اُن جي حمد و ثنا ڪيان ٿو.
- ڪيڏي نه خوش نصيب آهي صليب، جنهن تي تون مسيح کي چاڙهي رهيو آهين؟
- ڇا تو اهو ڏٺو ته ميري ماجدلين جي هر ڳوڙهي ۾ شام جو سج ٽپڪي رهيو هو؟
- جنهن کي شهادت جو شوق هوندو آهي، اُن کي شهادت

* ائگنيس- Agnes - انجيل ۾ رڍ لاءِ ڪم آندو ويو آهي.

لنوائيندي آهي. ها خودڪشيءَ جي ٻي ڳالهہ آهي.

- ڇا مان ڪارونجهر تي بيهي "رب- اَرني" ٻڌي نہ ٿو سگهان؟ ڇا اهي لفظ رڳو ڪنهن خاص پهاڙ تي ٻُڌي سگهجن ٿا؟
- هو ڇو ٿا ڏسڻ چاهڻ اُهي گهٽ- ڳاڙها شعاع، گاما شعاع ۽ تابڪاري ڪرڻا جي (ڪائنات) ۾ پيهي وجن ٿا؟ مشتري ۽ زهره تائين ڇو ٿا وڃڻ چاهن؟ هو اهي پراسرار شيون ڪئاسر، پُلسر ۽ ڪارا سوراخ ڇو ٿا ڏسڻ چاهن؟ هو ڇو جاڻڻ چاهن ٿا تہ ڪائنات ڪڏهن شروع ٿي؟ اها ڪيتري جهوني آهي؟ ٻئي ڪنهن هنڌ بہ زندگي آهي ڇا؟؟

انسان جي ڄاڻ وڌائڻ لاءِ! ڇا انسان سڀ ڪجهہ ڄاڻي سگهندو؟ هو اِن تي اَرب ڊالر ڇو وڃائي رهيا آهن؟ انسان سڀ ڪجهہ ڄاڻي بہ تہ ڇا، نہ ڄاڻي بہ تہ ڇا؟ ڇا هو رابيل جو گل ناهي سگهندو؟ هي سنسار ڪيترو نہ اڪٿ آهي، اٿاهہ آهي، اَسَنيو آهي؟ پهرين تہ اهو حاصل ڪيون تہ ڪنهن بہ اڪ مان ڳوڙها نہ وهن ۽ هر ڪنهن چپ تي مُرڪ هجي.

پيار سڀ کان وڏي ڳالهہ آهي. جي تون ڪنهن جي موت تي سڏڪا نہ ڀَري سگهين، جي تُنهنجي دل ويڇوڙي جي اَتي دُک سان نہ ڀرجي اَچي تہ تو سڀ ڄاڻي بہ ڪجهہ نہ پاتو. موت کان فرار ناممڪن آهي

۽ زندگي جو وڏي ۾ وڏو سهارو پيار آهي.

- موت کي خوف سان نہ ڏس، محبت سان ڏس!
- تون زندگيءَ کي تہ خوف سان ڏسي سگهين ٿو، پر موت کي خوف سان ڏسڻ لاءِ ڪوئي سبب نہ آهي.
- اي خدا! مون سڄي عمر تنهنجي وجود تي غور ڪيو آهي. هاڻي جي مان چوان ٿو تہ تون آهين تہ تون ضرور هوندين! هي ليار جا ڳاڙها گل، تُنهنجا اکين ڏٺا شاهد آهن، بسنت جي هير توکي ڇُهي ڏٺو آهي ۽ اُهي نرم رخسار جي آسمان ۾ ڪڪر ٿي وڃن ٿا، تنهنجا ئي آهن، توکي ڪا ئي شڪل صورت نہ آهي ۽ پوءِ بہ هيءَ ڪائنات تنهنجو آئينو آهي، آئينو جو ٽُٽي نہ ٿو ٽٽي ۽ جنهن تي ڪنهن بہ ڌرتي جا پٿر پهچي نہ ٿا پهچن!
- شڪارپور ۾ ايتريون سنهيون گهٽيون نہ هيون، جيترا خُدا ڏانهن رستا آهن ۽ نہ وري ٽٽي ۾ ايترا محلا هيا جيترا هُن ڏانهن رَستا ڍهي چُڪا آهن.
- رمضان جو مهينو آهي. جهونجهڪڙي ۾ رجنيش جو آڊيوڪيسٽ بہ هلائي نہ ٿو سگهان تہ پاڙيسري هندي بولي ٻڌي چڙڪي نہ وڃن ۽ ائين نہ چون تہ تون هھڙي رحمت جي مهيني ۾ هڪ ڪافر کي ٻُڌي رهيو آهين، جينوٽيڪ هن جهڙا مومن ورلي ٿيا آهن.
- خدا ڏانهن سڀ کان سڌو رستو بيماريءَ جو بسترو

آهي جي انسان اُن کي صحتياب ٿي چڙي ٿو.

- 4 اپريل 92 (30 رمضان المبارڪ)

اڄ ناشتو ڪائي، معمول موجب سمهي پيس. جاڳڻ کان اڳ مون هڪ عجيب خواب ڏٺو. هوءَ منهنجي ڪٽ تي جيئري جاڳندي ويٺي هئي. مون کي ان وقت اهو خيال نه آيو ته هن کي ڪيئي سال مُئي ٿيا آهن. هوءَ مونکي پُٽ ڏئي ويٺي هئي ۽ زرينا سان حال احوال ڏئي رهي هئي. مون هن جي وارن، پُنن ۽ ڪرنگهي تي هٿ گهمايو ته هوءَ زرينا جي موجودگيءَ جو لحاظ رکي ڪجهه سُري، ويٺي. پوءِ مون هن کان پڇيو "ايترا سال تون ڪٿي هئينءَ؟" هن ڪنهن ڏور ڏيهه جو نالو ٻڌايو جو ياد نه ٿو اچي. وري ٻي ڏينهن مونکي ٻي جاءِ ۾ نظر آئي. اُتي پيو ڪوبه ڪونه هو. ڪجهه ڳالهيون ڪيائين جي ياد نٿيون اچن. پوءِ چيائين ته "هلون". مون جواب ڏنو "ڀلي"

ايتري ۾ منهنجي اک کُلي وئي. مان ڏاڍو خوش هوس جڻ هوءَ اجا پلنگ تي ويٺي هئي. مون هن کي پنج سال اڳ سکر ۾ ننڊ ۾ ڏٺو هو. هو سُسي، هڪ روشنيءَ جي پاڇي ۾ سمائجي وئي هئي ۽ اهو پاڇو مون سان رقص ڪري رهيو هو، جيسنائين جاڳ ٿي وئي هئي. تڏهن به جاڳي مان ڪافي خوش هوس.

اهو رات جو پويون پهر هو ۽ مونکي ننڊ نه آئي هئي؟

اِهي پنج سال هوءَ ڪٿي هئي؟ يا پنج سال هن اننت يَاترا ۾ پل بہ نہ آهن يا اهو وهم ۽ دماغ جي توڙ جوڙ آهي، پر جي ائين آهي تہ دماغ اِها توڙ جوڙ ڪيئن ٿو ڪري؟ فرائڊ ۽ ائڊلر تہ ان جو جواب ڏئي نٿا سگهن! ها جُنگ ڪجهہ ڏُڪا هنيا آهن. جي جُنگ صحيح آهي تہ مونکي ترت وجڻو آهي.
ڪيڏانهن؟ ڪيئن چئجي!
ڇا اهو سُک جو سنسار آهي جنهن ننڊ ۾ نظر پئي آيو؟ ڇا ان خواب جي سمجهاڻي دهريا ڏئي سگهن ٿا، دهريا جن کي اهو مسلسل خوف هوندو آهي تہ ڪٿي مماتيءَ ڪان پوءِ حياتي نڪري نہ پوي!

- 'دم ماڻ لي رنگ رليان ڪوئي'

(ماڌو لال حسين)

شاهہ حسين جو مٿيون ڪئسيٽ هلي رهيو آهي ۽ مان پنهنجي عمر تي سوچي رهيو آهيان جا وِير وانگر لهي چُڪي آهي. ڪيترين نہ رنگ رَليون ماڻيون آهن مون! هاڻي تہ رڳو انهن جي سار رهجي وئي آهي!
ڇا مون عمر اجائي وڃائي آهي يا اهي رَنگ رليون ضروري هيون ۽ انهن ڪانسواءِ منهنجي شاعريءَ جي تڪميل نہ ٿي سگهي ها؟ پر ڇا منهنجي شاعريءَ جي تڪميل منهنجي زندگيءَ جي تڪميل آهي؟ ائين تہ نہ آهي تہ شاعريءَ جي تڪميل بہ انهن رنگ رلين

جو حصو آهي؟ شاهہ حسين شايد شاعر جّي حيثيت ۾ منهنجي پيٽ ۾ نڌيو هو پر انسان تہ مون ڪان وڏو هو! يا...؟ هائو، هائو هوُ انسان وڏو هو، مان پنهنجي پاڻ ۾ جهاتي پائي ٿو ڏسان ۽ ندامت ڪان ڪَنڌ جهُڪي ٿو وڃي.

- چوڻ ٿا تہ توکي خدا جي تلاش آهي. ائين تہ نہ آهي تہ اها تلاش خدا جو پيو نالو آهي؟
- مون ڪاهوءَ جي دڙي تي هڪ پراڻي سڪي کي ڏسي سوچيو تہ اُهو ڪنهن ڪنهن جي هٿ ۾ رهيو هو؟
- * غالب! ڇا واقعي موت قيد- حيات ۽ بند- غم مان نجات آهي يا اُن قيد ۽ بَند جي ٻي شروعات آهي؟
- اي موت! تو ڪيئي ڀيرا مون کي پريان سلام ڪيو آهي. مونسان هٿ ڪڏهن ملائيندين؟
- اي موت! ڇا تون ٻج جو موت آٿي ٿو سگهين؟ ٻج جو موت تہ وڻ جي پيدائش ٿيندو آهي؟
- ڪنهن جي موت تي خوش نہ ٿيءُ! تنهنجو وارو بہ اچڻو آهي.
- سازشي! ڇا توکي خبر آهي تہ موت سڀ ڪان وڏو سازشي آهي؟

---

* قيدِ حيات و بند غم اصل ميں دونوں ايک ہيں،
موت سے پهلے آدمی غم سے نجات پائے کيوں.
(غالب)

- ڇا توکي خبر آهي ته ڪريملن ۾ اسٽالن جو لاش هن جي قبر مان ڪڍي ٻي هنڌ ڦٽي ڪري آيا ها ۽ هاڻي شايد لينن جو وارو آهي.
- جي تون موت جي حقيقت نه سمجهي سگهيو آهين ته زندگيءَ جي حقيقت ڪيئن سمجهي سگهندين؟
- قبر لُڇي رهي هئي ته "هھڙي غليظ انسان کي مون ۾ ڇا لاءِ پوريو ويو آهي؟ مون کھڙو ڏوھ ڪيو آهي؟"
- توکي اعتراض آهي ته مان موت کي ڇو ٿو ياد ڪيان. ڇا تنهنجي اِئين نه ڪرڻ سان موت تو تان ٽري ويندو!
- ڪوئي جهرڪيءَ جو آکيرو ڊاھيندو آهي ته عرشِ معليٰ لُڏي ويندو آهي. تون ته ماڻهوءَ جو گهر ڊاهي رهيو آهين!
- ماڻهو جمي ته فرشتي وانگر ٿو، پر ڪڏهن ڪڏهن هو وڏو ٿي بگهڙ ڇو ٿو ٿئي؟ اجا چئين ٿو ته اڳيون جنم نه آهي!
- مان هن جي ڪُک مان ٻيهر جنم وٺندس، مانِ اڳيئي پنهنجي ماءُ ڇونڊي ڇڏي آهي؟
- مان ڏسي رهيو آهيان ته ڪوئي ڇيڻاڙجي ويو. اڳتي وچي ڏسان ته هوُ ڪير آهي؟ اڙي هي لاش ته انهيءَ شخص جو آهي، جنهنجو چهرو مون کي اجا تائين حسد سان گهوُري رهيو آهي.

• تـوڪـي منـهـنجي چهـري کـان نـفـرت هـئـي، مـون کـي تُنهنجي چهري کان نفرت هئي. آخر ائين ڇو؟ اسان هڪٻئي سان ڪڏهن اتڪيا به نه هُياسين؟
• اڳتي ته نيٺ ڪتي گڏباسين پر هاڻي ته هتان هلُ!
• ميان ! تون ته مرحوم ٿي چڪو آهين! پنهنجي ايصال وثواب لاءِ ته ڪجهه ڪَر!
• توڪي موت ٻلي وانگر گهوري رهيو آهي ۽ تون ڪبوتر وانگر اکيون بوٽي ويٺو آهين!
• وَچ، وَچ! هاڻي ڇو آيو آهين؟ هاڻي ته مينهَن وَسِي تنهنجا پيرا به مٽائي ڇڏيا آهن!
• مون جڏهن به ڪُتي ڪي مانيءَ ٽڪر ڦٽي ڪيو آهي تڏهن هن جي اکين ۾ به احسان جي لهر ڏٺي آهي. اي اشرف المخلوقات جا پُٽ! تون ڪُتي کان به پري آهين!
• ڪيڏو نه ڪوٽ، ڪپٽ ۽ دولاب آهي تو ۾!
* بارَ اَباس! ڪيڏي نه ٺڳي ڪئي آهي تو ڪرست سان! چنڊ صليب تان هن جا لتڪندڙ پير چمي رهيو آهي ۽ ميري ماجدلين کي ٽڪچي نند اچي وئي آهي. تون ڪيستائين پڇندين بار اَباس، موت تولاءِ صليب ۾ ڪوڪا ٺوڪي رهيو آهي، ڪوڪا ٺوڪي چُڪو آهي!

* بارَ اَباس– اُهو شخص جنهن جي جاءِ تي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي چاڙهيو ويو هو.

- مان تنهنجي موت جو عيني شاهد آهيان. اجا تہ قبر بہ نہ کوٽي اٿائون، منڪر نڪير کي بہ سُڌ نہ آهي.
- چُرٽا! تون ايڏو چُپ آهين جو تنهنجي سُڌ ڪراماً ڪاتبين کي بہ نہ آهي.
- تون تہ اجا ٻار وانگر واريءَ تي ٻانڀڙا پائي رهيو آهين! اڳتي ڪيڏو نہ گهرو سمنڊ گجي رهيو آهي؟
- جي عقل ۾ اعتبار ڪندا ها، سي تالان والان ٿي ويا! ڇا توکي ٿين اک آهي؟ ٻن اکين وارا تہ پنهنجي هار مڃي چڪا آهن؟
- هي تنهنجيءَ پيشانيءَ تي ڇا آهي؟ ڇا هي ڪائي ڪِشتي آهي، جنهن تي ڪوئي آفتاب اُڀري رهيو آهي؟
- ڇا پنهنجي همسفر جو موت نہ ڏٺئہ؟ پنڌ گهٽو نہ آهي. توکي بہ ٻيءَ اسٽيشن تي لهڻو آهي.
- خدا جو ثبوت گهُرجيئي؟ آءُ هن جي صورت ڏس! ڇا خدا ڪانسواءِ ڪوئي هِن کي ٺاهي سگهي ها!
- جنهنکي ڪافر واري جذبات آهي، اُهو.ان ڪان بُرو آهي، جنهنکي ڪافر وارا خيالات آهن.
- تون خدا ڪان تہ نہ ٿو ڊڄين. اُنهيءَ جهنم ڪان تہ ڊڄ جو تو ۾ ٻري رهيو آهي!

- * تون حضرت يونس نہ آهين تہ وِيسَر مڇي توکي وات مان اوڳاڇي ڪڍي ۽ تون بچي وڃين! تون تہ ائين ڇپاڙجي وِينديِن جو تنهنجي هَڏي بہ نہ بچندي.
- تو بهشت جي دروازي ۾ اينترا سَل ڪيا آهن جو اُهو دروازو دروازو نہ رهيو آهي.
- اڄ! پوئين سج سان گڏ تلاءَ ۾ ٽُٻي ڏي! شايد تون رات جي اِسرار کي پائي سگهين!
- تونکي نمرود جي خدائي تہ آهي پر مون کي يقين آهي تہ بندگيءَ ۾ منهنجو پلو ڀريندو.
- صوفيءَ هڪ ٽنگ تي بيهي سڄي رات عبادت ڪئي، موهن جي دڙي واري نچڻي ساري رات هڪ ٽنگ تي نچي. ٻنهي مان ڪير چڱو هو؟
- راوڻ رام کي چيو: ”اهو مَت- هِيڻ ۽ مورک تون ئي هئين جو سيتا کي جهنگ ۾ جٽائوءَ جي سهاري اڪيلو ڇڏي وئين!

ڳهيلا! جنهن بہ توکي بنواس ڏنو آهي، نيڪ ئي ڪيو آهي. اهو پُنيہ آتما آهي.

- هي ٻار جو تنهنجيءَ جهوليءَ ۾ ڪُڏڪيون ڪائي رهيو آهي، ان کان وڌيڪ خدا جي ثابتي توکي ڪهڙي گهرجي؟
- هو پوڙهو ائين مَري ويو جيئن پت تان ڪِرڙي ڪري پوندي آهي تہ ساڻي ٿي مري ويندي آهي.

* وِيسر- وڏي مڇي.

- خدا تہ ٿر کان گهٽو وشال آهي، پوءِ بہ واريءَ جي هر ڪَڻي ۾ آهي!
- واريءَ جي ڪَڻي ۾ پيهي ڏس تہ توتي ساري سنسار جو راز پڌرو ٿي پوي!
- علم؟ ڪهڙو علم؟ ڇا توکي معلوم آهي تہ ڇيلڙي ۽ ماڻهوءَ جي ٻار ۾ ساڳيو ساهہ آهي؟ ڇا تون ڄاڻين ٿو تہ نمر جا پن ستارن سان ڇا ڳالهائيندا آهن؟
- اَزل کان اَبد تائين سڀ ڪُجهہ روان دوان آهي؟ يا سڀ ڪجهہ بينو آهي؟ هي وڻ، هي پکي جي اُنهن ۾ ٻولي رهيا آهن ۽ اُن ۾ ميوو ٽُڪي رهيا آهن، هي جَر جو وهي رهيو آهي، هي استري جا نيسر هيٺان وِهنجِي رهي آهي، سڀ صدين کان اِتيئي آهن، اِتي ئي رهندا ۽ رڳو منهنجي نظر دوکو کائي، اِهي سڀ وِڃائي وِهندي؟
- ڇا زمان ۽ مڪان حقيقت آهن؟ تہ پوءِ باقي ڪوڙ ڇا آهي؟
- جيڪو آهي بہ ڪونہ، اُن کي نہ مڃرائڻ لاءِ تون ايڏي محنت ڇو ٿو ڪرين؟
- ميان! تون تہ مري ڇڪو آهين. رڳو توکي خبر نہ آهي ۽ نہ ڪڏهن پوندي!
- اي خدا دُشمن رهزن! تنهنجيءَ زندگيءَ جي مشاهدي تہ مون ۾ خُدا دوستي پيدا ڪئي! مان تنهنجو ٿورائتو آهيان!

- مـوت! تـون تـہ حـريـر ۽ ديـبـا وانـگـر آهين. تـون مـون درويش ڏانهن ايندين؟
- موت! مان توکي هٿ لائي ڏسان؟
- مون ڌرتيءَ تان پکين جا کيترا نہ پَرَ ڪَنا کيا آهن ۽ هاٿي اِهي پولڙيون ڳولي رهيو آهيان، جن سان انهن پَرن ساٿ ڏنو هو.
- اي خدا! هي ڪِئلي جا پِرَ ڏانهن ڊوڙي رهي آهي، اِن کي ڪيئن خبر پئي تہ بادل وسڻ وارا آهن؟
- اي خدا! ڇا تـون مـونکـي پنـهـنجي زنـدگـي مـوٽـائـي ڏيندين؟ مون دل ۾ پيو ڪجهہ سٽيو آهي.
- اي شمس تبريزي! سچ کي ايڏو بہ نہ گهور تہ پنهنجي بينائي وڃائي ويهين!
- اي ’بيدل‘ ! اڃ تہ عشق جي پوئينءَ ڇاڙهيءَ تي چڙهون ۽ ڏسون تہ اڳتي ڇا آهي! اکر تہ پهرين ڇاڙهيءَ کان اڳتي چڙهي نہ ٿا سگهن!
- اي گل! جيترو ٽڙندين، اوترو فنا جي وڌيڪ ويجهو ويندين.
- هي سـاري ڪـائـنـات فـنـا جي مُنَ ۾ ئي تـہ آهي! تو ڪڏهن اها مُنَ کولي ڏٺي آهي؟
- اي ڪنوڻ! تون مون تي کِلي رهين آهين! پنهنجيءَ حياتيءَ جو پتو اٿئي تہ ڪيتري آهي؟

- اي بيچئن من! توکي ڇا ٿيو آهي؟ تون ساري ساري رات ٿو جاڳين ۽ توکي وهم ٿي پيو آهي تہ جي توکي اک لڳي وئي تہ اُها نہ پٽبي!
- اي صحراءِ سنڌ جي خاموشي! تنهنجو هر لمحو عصر جي اذان وانگر آهي!
- نانڪ! ڇا ڪنهنجي ڪٽاهہ پرساد ۾ هو چنڊ ۽ ستارا بہ شريڪ آهن!
- شڪي شرمندو ٿي موتي آيو آهين. فقط اَرَڙ جو زوڪات ٻُڌي! مون تہ توکي جهليو ٿي تہ اڳتي نہ وڃ، تقدير توکي ڇڪي رهي آهي!
- ”تمر!“ پٺائيءَ چيو: ”تون ڪهڙي پِٺَ لنوائي ڪهڙي لنوائيندين، موت تہ هر هنڌ لِڪو وينو آهي“ ؟
- ڍاڪوءَ ڪان ڊڄين ٿو؟ وڏي ۾ وڏو ڍاڪو تہ تنهنجي اندر آهي جو توکان هر وقت هڪ گهڙي کسي رهيو آهي.
- لوهر جي ڪارائي، واهولو، روات، پٺاس، هَٿوڙو، بَرمون وغيره سڀ پَٽ تي پيا آهن. ڏنوٽي ڦوڪجي رهي آهي ۽ ٽانڊا ٻري رهيا آهن. اوچتو هو ٽانڊن پرسان ڪِري پوي ٿو. هُن جي دل بيهجي وجي ٿي. ڏنوٽيءَ مان هوا آهستي آهستي نڪري رهي آهي، ڇڻ زندگي موت تي ٿڌا ساهہ پري رهي آهي.

ڪير چئي تہ اِها ڏنوٽي پيهرَ ڪير ڦوڪيندو؟ ڇڻ تہ

اهي اوزار اوسي پاسي ڪنهن هَٽ لاءِ نهاري رهيا آهن ۽ سوچي رهيا آهن: ”ڇا ڪوئي اسان کي ٻيهر ڇُهندو يا هي ٽانڊا وسامي رک ٿي ويندا؟ ڪيئن ڇئجي؟“

- هي پُتليون ناٽڪ- گهرجي رنگ پيوميءَ ۾ رهيون پيون آهن. ڏوري مداريءَ جي هٿ ۾ آهي. اوچتو هڪ پتلي جي هٿ ۾ جا ڪاٺ جي ڪٽاري آهي اها ڪٽاري ٻيءَ جي ڪنڌ تي زور سان لڳي ٿي ۽ اُن جو ڪنڌ ٽُٽي پوي ٿو.

مداري جيستائين اهو ڪنڌ تتل پتليءَ جي ڪُلهن تي ڳنڍي تيستائين تماشو بند ڪري ڇڏي ٿو. ائين اڳي به ٿيو هو. ڪنهن وقت به ٿي سگهي ٿو. تماشو هلندو رهندو. پُتليون، ناٽڪ، گهر، رنگ پيومي ڪِنَ پَنگ به آهن ته جتائو به آهن.

تماشو مهمليءَ ڪان پوءِ وري شروع ٿي وڃي ٿو پر ڪيستائين؟ نيٺ ته مداري ٿڪجي پوندو. ڪڪ ٿي پوندو!

- موتَ سان مذاق ڪري رهيو آهين! موت جو صبر پرکين ٿو؟
- توکي اها خبر آهي ته مُئا جيئرن ڪان وڌيڪ جيئرا آهن.
- اي مرڻ وارا! ڄاڻين ٿو ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين ۽ اُتي ڪيرُ ڪيرُ تنهنجو ڪيتري وقت ڪان انتظارُ ڪري رهيو آهي؟

- خدا جو شڪر ڪر ته توکي مال منال ۾ نہ، مِٽيءَ ۾ پوربو ويو آهي.
- ڪجهہ لوڀ لالچ ڪي گهٽاءِ! جيترو گهٽ هوندو اوترو اُهو ڇڏڻ توکي آسان لڳندو ۽ ان تي توکي افسوس گهٽ ٿيندو.
- تو ڇا سمجهيو آهي؟ موت توکي ملاقات لاءِ وزٽنگ ڪارڊ موڪليندو!
- ڍانديئڙي جي آڪيري ۾ ڪهڙي ازلي حقيقت لُڏي رهي آهي؟
- توکي اها خبر آهي تہ زندگي موت جي ننڍي ڀيڻ آهي؟
- * مان شعلہءَ مستعجل آهيان، منهنجي روشني ۾ جيڪي ڏسڻو اٿي ڏسي وٺ!
- مان شمس تبريزي تہ نہ آهيان جو سج کي چوان تہ هيٺ لهي آءُ! پر جي لهي ايندو تہ گهاٽي ۾ نہ ويندو.
- شمس تبريزي! قونيہ ۾ تنهنجي قبر تہ ضرور آهي پر تون اُن ۾ ڪيئن سمهي سگهندين ۽ ٿوري دير اڳ تہ مون سان گڏ ويٺو هئين!
- شمس تبريزي! حديثِ خواب اکُٽ آهي ۽ هر ڪوئي نہ ٻڌائي سگهندو.
- گُلِ لالا جو ڪنڌ ٿو ڪپين! پنهنجي گردن جو خير گهُر!

---

* خوش در خشید ولے شعلہء مستعجل بود.

- اڄ نہ هن جي قبر تي گل وجهون! هو شاعر هو ۽ هن دنيا کي ايترا گل ڏنا ها، جيترا دنيا جي ڪنهن لاله زار ۾ نہ آهن.
- نورجهان، جهانگير جي قبر تي انارڪليءَ جي خون مان اجا چراغ جلي رهيو آهي. ها، تنهنجي قبر اونداهي آهي.
- امان، تو مونکي جنم ڏنو هو! تون مهامايا کان ڇا ۾ گهٽ هُئينءَ؟
- اي پڙ! ڇا يشوڌرا سان چند هينان ڪجهہ راتيون گذارڻ کان وڌيڪ ٻي ڪا مُڪتي آهي؟
- مون موت کي ڏسي ٺهڪ ڏئي چيو: ”اڙي مون تنهنجو ڪوڙ پڪڙيو آهي. دراصل تون مُجسمِ ڪوڙ آهين!“
- موت کي ترساءِ! ايڏي تڪڙ ڇو اٿس!

  ڏسي نہ ٿو نہ مان ڪيڏو رُڏل وينو آهيان!
- اي ٻِڪ- مڱان! اي موت، هاڻي موٽي وڃ!

  ٻي پيريءَ مان توکي ساري زندگيءَ ٻيڪ ۾ ڏيندس،
- جيت جَٽئي کي نہ مار! متان پُل ۾ پاڻ کي ماري وجهين! آپگهات چڱو نہ ٿيندو آهي!
- شمع ٿيءُ! آهستي ڳرُ! باک جو اجهامي وڃ! پروانو نہ جَلي، گهڙيءَ ۾ جان ڇڏائي ٿو وڃي.
- روحل! ڪَنڊڙيءَ جون سڀ ڪُندون جاچي ڏِسُ! متان ڪِٿي توکي آنءُ بہ ملي وَجان؟

- ڇا ماتيلي جي ماڙيءَ تي، مومَل اجا ڦِري رهي آهي ۽ رڳو تون نہ ٿو ڏسي سگهين!
- راڻا! ڇا اهي ڪَرها جي ڇَندن چرندا ها، رڳو ڪاڪ جو سپنو ها!
- ڇا هڻ اڪ- مَڪڙِ جا گـوناگـون رنـگ ڏسـي، توکـي ڪوئي رنگي ياد نہ ٿو اچي!
- فنا بقا جي شروعات آهي.
- هي بئنڪ بئلنسون، هي زندگيءَ جا عيش آرام هُن جي اندر کـي مُردو ڪـري ڇڏِن ٿـا، جو ٻـاهـران تـہ چُست چالاڪ هجڻ جي ڏڪَ ڏئي ٿـو پـر انـدر ۾ اَڇُر آهي، ناس ٿي ويو آهي، مَئَٽ جهڙو آهي!
- ڪنهن جو ڪيتو ڪير ٿو ڏئي! اي خدا! مان تنهنجي مصلحت تي ڇا ٿو چئي سگهان؟
- ياخدا ! ڪُپـڙيِ تـہ خالي ٿـي وئي آهي. ڪجهـہ ڪَٽا پيا بہ ڏي!
- * ڇا حـافظ کي خبـر هُئي تـہ بهـشت مـلـندوئـي ان کـي آهي، جو غرقِ گناهہ هوندو آهي؟

---

* قـدم دريـغ مـدار از جنـازهء 'حـافـظ'
اگرچه غرقِ گنه است، ميں رود بـه بـهـشت
(ترجمو: حافظ جي جنازي کان پري نہ رهہ! هو گناهہ ۾ غرق تہ آهي پر سڌو بهشت ۾ وڃي ٿو)

- جي بشهت دلاسو ۽ دوزخ دَڙڪو آهي تہ پوءِ چڱائي عبث آهي.
- سيزر کي پنهنجو حصو ڏي، هُن لاءِ ادائي گز زمين چڏي ڏي، تو لاءِ ساري ڌرتي پئي آهي.
- موت اِن تي منحصر نہ آهي تہ تون زندگي ڇاکي ٿو سمجهين! تون سوچيندوئي رهندين تہ هُو اچي توکي ڳچيءَ کان جهليندو!
- آءُ تہ هُن سان ملي ڏسون! ڇا ڪوئي گهر ۾ ٻوڏي وڻ پوکي سگهندو آهي؟
- ڇا منهنجي ڪمري کان هي ڪائنات وڏي آهي؟ ڀُلو آهين!
- اَبا! مان اچان ٿو. اوربن آسمان تي انتظار ڪجانءِ!
- متان هي ٻِتاڪ سمجهين! مون هن کي تَلُور ۾ ٽلندو ڏٺو آهي، جنهن کي تون خدا ٿو چيئن!
- هي سڀ گِدَڙ اٿي جي بگهڙ جي ڏِڪَ ڏين ٿا. اهي سڀ موت جي اوناڙ ٻُڏي ڪَن ڪڙا ڪن ٿا ۽ پُڇ ٽنگن ۾ ڇُپائن ٿا.
- هي ڪائنات پاڻ مان پاڻ اُپري آهي، سمجهہ ۾ تہ نٿو اچي!
- خدا کي ڪڏي وڄ تہ ڪائنات ۾ معنيٰ ئي کهڙي ٿي رهي؟

- ٭ ’سورين ڪيرڪي گارڊ‘ ! تون جڏهن طفلِ مڪتب هُئين تڏهن مان تنهنجو استاد هوس. مون کي اجا تائين تنهنجو نالو ياد آهي ۽ اهو به ياد آهي ته تون منهنجي ذهين ترين شاگردن مان هُئين!
- نِتشي مري ويو، خدا اتيئي آهي
- جِهدالبقا سان توکي آشنا ڪنهن ڪيو؟
- زندگي! هاٿي ڏوليءَ مان مُنهن ڪَڍُ ! تنهنجو گهر اچي ويو آهي.
- هي سڀ ڪُمَهار تُنهنجو نه، پنهنجن ڪُلهن جي سور جو سوچي رهيا آهن!
- متان منهنجي موت تي روئين! ڳوڙها زندگيءَ جي امانت آهن.
- اي موت! خدا توکان ڪيتري پنڌ تي آهي؟
- چولو بدلائڻ، سنڌيءَ ۾ محاورو ڪيئن نهيو؟ ڇا جسم چولي وانگر آهي. ڇا بدلي ۾ چولو ملندو؟ ڇا ان تي اينترو بَرتُ هوندو جيترو مون هن چولي تي پريو آهي، جيڪو لاهي رهيو آهيان؟
- ڊَپُ؟ ڇانئڻ جي ٻي پاسي جو؟ ڇو ۽ ڇالاءِ؟؟
- موت جو ذڪر ڪري زندگيءَ کي رسائي ڇڏيو اٿي. هل ته ان سان ناهه ڪيون!

---

٭ سورين ڪيرڪي گارڊ (Soren Kierkegaard -١٨١٣ع کان ١٨٥٥ع تائين)، ڊين فلاسافر، مذهبي مفڪر ۽ ادب جو ڪوين هيگن ۾ پيدا ٿيو هو.

- اڇٽو آهين تہ آءُ! مان تنهنجي آجيان لاءِ تيار بيٺو آهيان. موت ! تون منهنجي چانئٺ وٽ هٻڪين ڇو ٿو؟
- هي ڏچڻا گڏڙ موت کان ڏڄن ٿا. موت مون کان ڏڄي ٿو، پر هوُ پنهنجي ڪُوڙِي مڙسي.ڏيکارڻ لاءِ مون کي ڏچڻو ڪوٺن ٿا.
- مون ڪيترِي وقت کان ٻي جهان لاءِ ويزا وٺي ڇڏي آهي پر اڃا سفر جو خيال نہ آهي.
- ايڏي اَنا؟ اَناالحق کان بہ زياده!
- جيڪو راهہ نہ ڄاڻي، ان جي سارا‌ھہ تي ڌيان نہ ڏي!
- جي تون بہ دهريو آهين تہ دهريت ضرور غلط هوندي ۽ مون کي خدا ۾ اعتبار ضرور ڪرڻو پوندو.
- تو ان ۾ ڇو پيــو آهين تہ خدا آهي يا نہ آهي! ڇا ان ۾ تنهنجو ويساهہ ڪافي نہ آهي؟
- ”مـوت ڪـانپـوءِ ڪـوئـي مـوٽي آيـو آهي ڇا جو ٻُڌائي سگهي تہ اڳتي ڇا آهي.“

”اهو تـون ڪيئنَ ٿـو چوين؟ مان تہ چوان ٿـو تہ مـوت کـانپـوءِ سيئـي مـوٽي آيا آهن. رڳو هو اڳيـون سڀ ڪجهہ وساري وينا آهن.“

- تون موت کان پنهنجو شناختي ڪارڊ نهرايو آهي؟
- ”اڙي تون موت آهين؟ ڪارا، ڪلوٽا، ڪَوا! مان توکي سٺن پيـڙهين کـان سـڃاڻان! تون مـون کي ڇا مـاري سگهندين.“

- ڪينئَري زيتـون وانگر نـ ڪرُ! طوفان ۾ ڪچـوئـي ڇـَڻي وَڃُ!
- رَتُ بـ تون، رَڳُوان بـ تون، منهنجا تير بـ تون، تـ 'مان' ڇا آهيان؟
- ازل بـ تون، ابد بـ تون. ڇا جيڪي وچ تي آهي، سو بـ تون آهين يا فقط منهنجيءَ نظر جو فريب آهي!
- اجا تـ موت مون سان چوپڙ کيڏي رهيو آهي ۽ مان 'پَنءُ ڇَڪا' چئي هُن تي کِلي رهيو آهيان.
- مان هڪ دِل مان نڪري ٻيءَ دل ۾ دڪ دڪ ڪندس، منهنجو الڪو نـ ڪَر!
- ڪيترائي ماڻهو، موت جي بستري تي مئا ڇو ٿا ڏسن؟
- جي خدا توسان گڏ آهي تـ توکي کهڙي ڪَسُ آهي؟
- جي تون موت کي سمجهي سگهين تـ جيڪر تو لاءِ ڪوئي مسئلو نـ رهي.
- پنهنجي جنم جي ڏينهن تي، پنهنجي مرڻ جو ڏينهن ملهاءِ، ڇو تـ تنهنجيءَ زندگيءَ مان هڪ سال ٻيو بـ گهٽيو.
- ڇون ٿا تـ تون موت کان نـ ٿو ڊڄين ۽ جو ڪوئي ان جي ڳالهـ ڪري رهيو آهي، اُن تي کِلين ٿو. ڇاڻين ٿو تـ موت تنهنجي پنيان بيٺو آهي ۽ توتي کِلي رهيو آهي.
- موت تنهنجي پنيان سڄي زندگي پاڇي وانگر آيو آهي. ڇا تو ڪڏهن اُن کي ڪنڌ ورائي ڏٺو آهي؟
- ڇا تون موت کي وساري، اهو ٿو سمجهين تـ موت بـ توکي وساري ڇڏيو آهي؟

- ڇا زندگي موت جي آغوش ۾ هڪ ڇٽيل ڳل وانگر آهي؟ پر ڳل ته باربار ڦٽندا آهن، رڳو ٻي موسم جو انتظار ڪر!
- ڇا تون موت آهين؟ پر تون ته خوبصورت آهين، مون توکي ڪيڏو نه خوفناڪ سمجهيو هو!
- پٿائڻي جي مرڻ کان اڳ ۾ بند ڪمري ۾ ساز پاڻ تي پيا هلن. فرق اهو آهي ته مان سمهڻ کان اڳ ڪئسيٽ پليئر تي ڪوئي ڪلاسيڪي گيت هلائي ڇڏيندو آهيان ۽ ٻڌندي ننڊي موت ۾ ٻڏي ويندو آهيان- صبح تائين.
- مون کي گستاخ توئي ته ٻڌايو آهي نه ته منهنجي ڇا مجال، مان جو مٽيءَ جي مُٺ آهيان!
- مقدر مُنهن تي ڏک هٽندو آهي، ڏوکو نه ڏيندو آهي.
- تون جڏهن سمجهين ٿو ته خدا ڪونه آهي، ته هُن جي ايڏي مخالفت ڇو ٿو ڪرين!
- انسان خدا جو عڪس به آهن، شيطان جو به. ڇا تو اهڙو ڳل ڪڏهن ڏٺو آهي جو شيطان جو عڪس هجي؟
- منهنجو هڪڙو اهڙو دوست به آهي، جنهن کي حيات بعد ازممات اکين سان ڏيکارجي ته به هو چوندو، ”آخر حياتي ختم ڇو نه ٿئي؟ ممات بعد از حيات هميشه لاءِ ڇو نه ٿي اچي؟“
- اي خدا! تُنهنجي صراحي منهنجي اڳيان سارو ڏينهن پيريل رکي رهي پر مون اُن مان ڏُک به نه پيتو! هاڻي جڏهن سج لهي رهيو آهي، مون کي ڪيڏي نه اُڄ لڳي آهي؟

- زندگي تہ اونهي سباگر وانگر آهي! مون تہ اجا تانگهي ۾ ٿاڦوڙا هنيا آهن.
- اي خدا پيريءَ ۾ تہ ماڻهو انڌا ٿي ويندا آهن! تو پيريءَ ۾ مونکي شمس تبريزيءَ واري نظر بخشي آهي، جنهن جي پوڻ سان ڪتابن جي ڍير ۾ باهہ لڳي ٿي وڃي!
- مون موت کي ڏکي تہ ڪڍيو آهي، پر موت بہ نِرجو بِکاري آهي، ساهہ وٺڻ ڪانسوا ڪٿي ويندو!
- سڀ کان وڏو ڪوڙُ موت آهي، دراصل زندگي اَکٽ آهي، دُهرائجي وڃي ٿي، وَريَ وَري اچي ٿي. اجا بہ ائين چئجي تہ زندگي هميشه آهي ۽ اُن جو سلسلو نہ ٽٽڻو آهي.
- وَڄ، وَڄ! هاڻي تنهنجو وارو آهي ۽ موت جهڙو بي صبرو ڪوئي نہ آهي. هن جا پير اڳيئي رڪاب ۾ آهن، چڙو توکي بيلهہ چڙهڻو آهي.
- چون ٿا تہ موت واريءَ ۾ توڏي وانگر تيز ويندو آهي.
- هاڻي تُنهنجي منهنجي دوستي اينتري وڃي رهي آهي جو تون منهنجي موت جي انتظار ۾ آهين ۽ مان تنهنجي موت جي انتظار ۾ آهيان ۽ موت ٻنهي جي انتظار ۾ آهي.
- ماڻهوءَ جي جِمر ڪان اول هُن جي موت جو ڏينهن طئي ٿيل آهي.
- مان پنهنجي سج گرهڻ جي انتظار ۾ آهيان. موت! ڪڏهن ٿو تون اچين؟

- توڙي زندگي ڪؤڙي ٿوهر وانگر هجي ۽ موت مِنيءَ چانهيڻ جي ڦار وانگر هجي، زندگيءَ کي موت تي ترجيح ڏي!
- جڏهن بہ اچين اءُ، موت! مان تنهنجي آجيان لاءِ ٻاهر اچي رهيو آهيان.
- موت! تون مهمان آهين. متان نِرهہ موٽي وڃين!
- موت اُهو مهمان آهي، جنهن جو وڏو لقمو تہ هن جو ميزبان هوندو آهي!
- ڀلي رَنگ رَليون ڪر! ڀَلي شاهہ حسين کي نہ ٻُڌ! اهو ڄاڻين ٿو تہ ڪفن جي دسترخوان تي وينو آهين؟
- تون موت کي وساري ڇڏيندين تہ ڇا تون ڀانئين ٿو تہ موت بہ توکي وساري ڇڏيندو! موت ايڏو بي مروت ڪٿي آهي!
- موت جي ياد پيغمبريءَ جي صفت آهي.
- تون ڪير جو اسرارِ الاهي ڄاڻڻ چاهين ٿو؟ تون تہ هن ڪٺليءَ کي بہ پوري طرح سمجهي نہ سگهيو آهين؟
- اڄ تہ ننڊ موت وانگر اچي رهي آهي.
- ٻي جي موت تي نہ کِل! موت تُنهنجي پنيان بہ بيٺو آهي ۽ کِلي رهيو آهي.
- موت جو گهرو شعور ئي زندگيءَ سان گهري محبت پيدا ڪري ٿو.
- زندگيءَ سان محبت، موت جي شعور جي مانع نہ آهي.

- مـوت اهو سـيـسار آهي، جنهـن کي هر ڪنهن جي سسي وات ۾ آهي.
- ازل جي پوتا ميل ۾ هاٿي تُنهنجو موت مٿان مٿان آهي.
- هي پـ واٽو آهي ۽ تو زندگيءَ جي راهـ ڇڏي، موت جي راهـ ورتي آهي.
- موت! توکي ايڏي تڪڙ ڇو آهي؟ مان جڏهن ٿڪجي پيس تـ توکي سڏي وٺندس!
- ڳوڙها روڪ! ڳوڙها اُنهن کي روڪي نـ سگهندا ڇو تـ انهن کي هر حالت ۾ وڃڻو آهي. گهوڙا ڇِرڪي رهيا آهن، شايد اُهو رستو ڏِسي رهيا آهن، جنهن تي انهـن کي وڃـڻو آهي. هوائـون دمر روڪي سـوچي رهيـون آهن تـ طوفـان ڪـهڙي مـهل ٿـو اچي، ڇو تـ اُنهن کي وڃڻو آهي. هي، جن گـهَڙا ڀَري ڪوهـَ خالي ڪري ڇڏيا، انهن کي وڃڻو آهي.

هِي، جن لاءِ مـئخاني جا دريون ۽ دروازا روئي رهيـا آهن، اُنهن کي وڃڻو آهي!

ڪلال! خالي وَٽيـون اونڌيون ڪري رک! هوُ پوئينءَ ڦُڙيءَ تائين پي ويا آهن ۽ مَٽ سُڪي نوٽ ٿي چُڪا آهن، انهـن کي وڃـڻو آهي! ڏس، سِجُ لَيارن ۾ ڇُپي ويو آهي ۽ ان جا ڪرڻا اُهي رَسيوُن وَٽي رهيا آهن جي آسمان مان لڙڪن ٿيون، انهن کي وڃڻو آهي!

پکين کي انهن جي ارادي تي حيرت نہ ٿي اچي، ڇو
تہ اهي دُوز دُور تائين اڏامندا آهن، انهن کي وڃڻو آهي.
ها ، رڳو هي درخت، جن جون جڙون ڌرتيءَ کي چنبڙي
پيون آهن، هوا ۾ پنهنجون ٽاريون ٻانهن وانگر هَلائي
هنن کي الوداع ڪري رهيا آهن، انهن کي وڃڻو آهي.
ها ، هي مِٽي ڇاتِي ڪُٽي رهي آهي تہ هي منهنجا جَٽيا
هاڻي مون مان ڪَڪ ٿي پيا آهن، انهن کي وڃڻو آهي.
نہ روڪ انهن کي، اهي اُروڪ مسافر آهن، انهن جي منزل
دور هوندي بہ نهايت ويجهي آهي، انهن کي وڃڻو آهي.
انهن جو پيڇو نہ ڪر! اڃا تنهنجو وارو نہ آيو آهي پر
انهن کي وڃڻو آهي.
تون بہ جُتي پيرن مان نہ لاهجانءِ! تولاءِ بہ رستو
ساڳيو آهي، ها پر هن وقت انهن کي وڃڻو آهي.
هي اُنهيءَ رستي جا راهي آهن، جو ڪٿي نہ ڪٽڻو آهي
۽ جو هر ڪنهن کي پنهنجي واري تي سَڏي ٿو. پر
هاڻي رڳو انهن کي وڃڻو آهي. اِن رستي تي ريت ڏاڍي
نرم آهي،
ڪا بہ سج جي تيز تپت نہ آهي، جهڙالا ڏينهن ۽
راتيون جيءُ ڪولي وَسن ٿا ، پوءِ بہ ان رستي تي
ڪنهن جا پير ترڪن نہ ٿا ۽ ويندڙ بنا ڪنهن ٿيڙ يا
تابي جي وڃن ٿا. تون روئين ڇو ٿو؟ ڳوڙها روڪ!
اِنهن کي وڃڻو آهي.

•

چا مون تنهنجي پيار جي باري ۾ ڪجهه به چيو آهي؟
واهُ ڪان پُڇ!
چا مون تنهنجيءَ ڳِچيءَ ۾ توکي ڳُوليو آهي؟
چَندَ ڪان پُڇ!
تون تہ سُڳنڌ جو جهوٽو آهين رات جي راڻيءَ وانگر،
پکڙجي وڃين تہ مان ڇا ٿو ڪري سگهان!
چَندُ پاڻ تنهنجو چاري آهي
اُهو پنهنجي مُکڙي کي
تُنهنجي مُکڙي سان
تشبيهہ ڏي،
تہ مان هن کي روڪي سگهان ٿو؟
مون تنهنجي پيار کي
پاڻ ۾ ائين سانپي رکيو آهي،
جيئن هاري
کيت- کلياڻ ۾

اَن سانپي رکندا آهن
جنهن تي مينهن جو اثر نہ ٿيندو آهي،
۽ بادل وسندا بہ آهن
تہ اُن جو
ڪجهہ بگاڙي نہ سگهندا!

●

ڇا تو
مون سان
پيار ڪيو هو؟
ڇا ماڪَ
رابيل جي گُل سان
پيار ڪندي آهي؟
اها تہ اُن کي چُمي
رَمندي رهندي آهي؟
ڇا ساوڻ جو مِينهُن
ٿوهر جي ٻاڙهن گلن سان
پيار ڪندو آهي؟
اهو تہ رڳو
اُنهن کي ڇهندو آهي

ءِ ريت ۾ جذب ٿي ويندو آهي،
ءِ بادل آسمان ۾
رمندا رهندا آهن
ءِ ڪنهن جا سنگتي ساٿي
نہ ٿيندا آهن؛
ءِ نہ چنڊ
لهر ۾ ترسندو آهي،
جي لهر ان سان
لَنوَ لڳائي
تہ اها چنڊ جي اُبوجهائي چئبي
يا لهر جي
اُبهرائي چئبي.
پيار رڳو ڪِن لاءِ ٿيندو آهي
ان جي امرتا لاءِ
اَجائي
پٽ ڪوهہ نہ ڪَر!

●

تون چاتي سمجهين
مان توکي وساري سگهان ٿو!
مان پنهنجو سڀ کان خوبصورت شعر
وساري سگهان ٿو،
پر توکي وساري نہ ٿو سگهان،
ڇو ته تنهنجا لب ۽ رخسار
بہ اُنهيءَ شاعريءَ جو
حصو آهن،
جنهن هيءَ ساري ڪائنات تخليق ڪئي آهي،
محبت پائيندگي کان وڌيڪ پياري آهي.
مان ڄاڻان ٿو
تہ ڪنهن وقت تون نہ هوندينءَ
۽ بسنت جي هير توکي ڳوليندي وَتندي،
۽ چَنڊُ آسمان ۾
سرگردان هوندو
تہ ڪنهن بادل کان
تنهنجو پتو پُڇي،

پر تون جا مٺيءَ جي امانت آهين،
ان ۾ خيانت تہ مٺي بہ نہ ٿي ڪري سگهي،
ها منهنجي شاعري
سُس پُس ڪري چنڊ کي چَؤندِي،
”تون جنهن کي ڳولين ٿو
سا مون ۾ آهي“
”اها ٻي ڳالهہ آهي تہ تون
هُن کي ڏسي نہ ٿو سگهين.“
تون تيستائين زنده رهندينءَ
جيستائين منهنجي شاعري زنده آهي،
۽ تون اطمينان ڪَر،
تہ منهنجي شاعري نہ مَرندِي،
۽ تون اُن ۾ زنده رهندينءَ.
منهنجي شاعري
تنهنجو آئينو آهي،
جنهن ۾ تنهنجي صورت
سدائين رهندي.

•

نہ ڄاڻان
جرمنيءَ جو عظيم شاعر
گوئٽي
پاڻ کي هُد هُد چو چوندو هو؟
شايد هُن جو توريت ۽ اِن اسرائيلي روايت ۾
اعتبار هو
تہ هد هد سليمان جا پيغام سبا کي پهچائيندو هو:
هُد هُد جو
ان سلسلي ۾ ذڪر
تہ اسانجي صحيفي ۾ بہ آهي،
پر مون کي اها تشبيهہ ادب ۾ ڏيٺي هجي ها
تہ اها
پنهنجيءَ شاعريءَ سان ڏيان ها
جنهن جون ڪيئي سبائون هيون،
۽ جن لاءِ
ملاقات ڪان اڳ
منهنجي تصور
نوان نوان تخت گهرايا ها
جيئن سليمان سبا لئہ
هُن وٽان گهرايو هو!



چا گوشہ نشيني
اِن کي چئبو آهي
جَا مون اختيار ڪئي آهي؟
چا هيءَ ئي منهنجي جنت الارضي آهي؟
پو هتي جيڪا بہ حوا جي پوٽي اچي ٿي
پنهنجو پاڻُ پَن سان ڇو نہ ڍڪي اچي ٿي؟
تون جنهن ميوي جي منع ڪئي هئي
توڙي مون اُن مان ڍؤُ ڪيو آهي،
تڏهن بہ اچا منهنجا هٿ اُن ڏانهن وڌن ٿا،
مان اُهي
پنهنجي جد – امجد وانگر
روڪي نٿو سگهان!
يا الاهي!
مان اچا تائين اهي روڪي نٿو سگهان!

- خدا ڪان وڏيڪ ته ڪوئي به خوبصورت نه ٿي سگهندو، پر تون به گهٽ نه آهين!
- ”چنڊ جي صورت چڱي آهي يا سيرت چڱي؟“
مون درياهه جي ڇولين کان پڇيو.
”صورت جي باري ۾ ته به رايا ٿي نه ٿا سگهن“ ڇولين وراڻيو. ”باقي رهي سيرت، سو پهرين ڏسون ته اسان سان ڪيستائين ساٿ ٿو نڀائي“.
- مون توکي چنڊ سمجهيو هو پر مون کي اِها خبر نه هئي ته چنڊ رڳو درياهه جو ساٿي ئي نه آهي، اُن جو پاڇو گٽر ۾ به پوي ٿو!
- اڳي مُنهنجا چَپ پيار جون ڳالهيون ڪندا ها، هاڻي رڳو اکيون ڪنديون آهن.
- ڪرشن کي بنسري جو سهارو ڇو وٺڻو پيو؟ شايد هُن کي سُريليون اکيون نه هُيون!
- هر عشق دوستي آهي، هر دوستي عشق نه آهي.
- پراوا، پنهنجا فقط عشق ۾ ٿي سگهندا آهن.
- مون ڪڏهن ڦول، ڪڏهن چَنڊَ، ڪڏهن سُڳنڌ جي جهونڪي، ڪڏهن رابيل، ڪڏهن گلاب، ڪڏهن بسنت سان توکي تشبيهه ڏني هئي پر زندگيءَ جو اَنت ته پيري آهي، موت آهي، اُها ڪڏ آهي جا سڀ کي ڳرڪائي وڃي ٿي. ايئن آهي ته پيريءَ جي پيار

۾ رحم آهي، همدردي آهي، اُڪير آهي. پر ڪڏهن تہ اُها بہ ڇڄي وڃي ٿي ۽ پنهنجي اڳين پياريءَ کي تڪي ٿو ڏسجي تہ هيءَ ڪير آهي؟ ڇا انهيءَ ڪان مون ڇُميون ورتيون هُيون؟ انهيءَ کي آغوش ۾ آندو هو؟ انهيءَ لاءِ تشبيهون ڏنيون هيون؟ ڇا اِها منهنجيءَ حيات ۽ ڪائنات تي ڇانئجي وئي هئي؟ هن جو چهرو ساڳيو نہ رهيو آهي! هن جي چنڊ سان يا رابيل سان ڀيٽ ڪئن ڪَري سگهبي؟ ۽ ان جي طبيعت ۾ عمر ڦيرو آندو آهي ۽ هن ۾ پيار بہ ايئن ختم ٿي ويو آهي، جيئن هر شيءِ قدرتي طور ختم ٿي وڃي ٿي. ها، پيار بہ مَري وڃي ٿو ۽ ان لاءِ تاج محل جي ضرورت محسوس نہ ٿي ٿئي! ڪيترو نہ خوشنصيب هئي انارڪلي جا جوانيءَ ۾ پٽ ۾ پوري وئي هئي!

- رني ڪوٽ ڏانهن ويندي صديون پراڻا ڇوڏا نظر ايندا آهن جي سخت پٿر ٿي چڪا آهن. تو منهنجي دل بہ ايئن ڪري ڇڏي آهي!
- منهنجي تو سان دل ايئن ٿي وئي آهي جيئن ٻڙ جون ٻَ وليون هڪ ٻئي مٿان وَري، ڳنڍجي وينديون آهن ۽ انهن مان ڪَوَنچَ ڦٽي نڪرندا آهن.
- تون وارَ ڪارا ڇو ٿي ڪَرين؟ تُنهنجا اڇا وار مون کي ياد ڏياريندا آهن تہ اسان زندگي گڏ گذاري آهي. اهي ڪارا وارَ توکي اوپرو بڻائي ٿا ڇڏن.

- توکي اها شـڪـايت آهي تہ تـوسـان منـهـنجي سڄي زندگي گذري وئي، مون توسان عشق نہ ڪيو! چَرِي! عـشق جي زندگي تہ پوپٽ جيـتري ٿيـندي آهي. جي مان توسان عشق ڪيان ها تہ تـوسـان سڄي زندگي ڪيـئن گـذاري سـگـهـان ها! عـشـق تہ جذبو آهـي، جُهڪي آهي، جولان آهي جو ٻنا تہ ٽپي ويندو آهي پر جلد ئي ٿڪو ڏئي ڪِرندو آهي ۽ اُن جي ڪِچي نہ تہ ٽنگ ضرور ٽٽندي آهي.
- هوءَ موڪلائڻ وقت مايوس ٿي وئي پر مون هن سان کِلي مـوڪلايو. ممڪن آهي تہ اسان وري نہ ملون پر پو بہ کِلي موڪلائڻ چڱو آهي، زندگيءَ کان موڪلائيءَ وقت تہ ويتر چڱو آهي.
- تون بيـمـار ٿي پئي آهين ۽ مـون تنهـنجيءَ صحت لاءِ دعا جا هٿ کنيا آهن. دعا، جنهن جو ڪيتري وقت کان خدا کي انتظار هو، مسترد ٿِي نہ ٿِي سگهي.
- مان شيريٽن هوٽل ۾ چاءِ پي رهيو هوس. هوءَ پريان ٻيءَ ميز ڏانهن وڌي رهي هُئي. ”اڙي هيءَ تہ فلاڻي آهي!“ مون دپيل رڙ ڪئي. ”پر فلاڻي تہ ٽيهہ سال اڳي ايئن هُئي! هوءَ فلاڻي ڪيئن ٿي سگهي ٿي!“ مون مايوسيءَ سان سوچيو ۽ پوءِ عينڪ اکين مان لاهي، رومال سان اُن جا شيشا اگهي وري پاتم ۽ پنهنجي غلطيءَ تي هڪ ٿڌو ساهہ پريم.

- موت جون وَر وَڪڙ گهـتيون گهُمندي، تون مون کي روبرو ملي وئين، پر تو مونکي ڪونه سڃاتو.
- مون نه تُنهنجي مير وانگر پرستش ڪئي هُئي، تون سيني جي نظر ۾ خدا ٿين يا نه!
- پهريون ڀيرو نه تون مونکي اُهو محبوب ملي آهين، جنهنکي بدلائڻ جي ضرورت نه ٿي پوي!
- تون هزار صورتن ۾ مون وٽ آئين، پر مان هڪ جهلڪ مان توکي سڃاڻي ورتو.
- تنهنجيءَ ڪِچ ۾ هي رابيل جهڙو بار کهڙو نه چڳو لڳي رهيو آهي، تون جا خود شاخ وانگر لڏي رهي آهين.
- اي گلاب جا گل! ڪيتري وقت کان تنهنجي سُڳنڌ اچي رهي هئي ۽ مون چاتو ٿي نه ڪنهن وقت تون منهنجي هٿ ۾ هوندين!
- اي سُڳنڌ! مون توکي پريان ئي سڃاڻي ورتو نه منهنجيءَ ٿاريءَ ۾ ڪِڙڻ ٿي چاهين ۽ توکي ان تي رشڪ نه ايندو نه اِن ٿاريءَ ۾ ڪيئي گل ڪِڙي، ڇڻي ويا آهن.
- منهنجي محبوبا! تون ڪٿي آهين

مان هن خوبصورت ڪائنات ۾/ توکي تنها ڳولي ٿڪجي پيو آهيان،

مان جو هڪ آواره گرد آهيان

۽ پنهنجي گهر ڏانهن تو طرف موٽي آيو آهيان.

(لنڊن جي هڪ يادگيري)

- چا محبت چڱي آهي يا ساري زندگيءَ جي رفاقت چڱي آهي؟ ٻڙ ۾ گل نه ٿيندا آهن پر ٻي وڻ کان پائيدار ٿيندو آهي، جو مُند تي رنگ وبو سان جهنجهي ويندو آهي.
- اي خوبصورت ڳاڙها ڳِنا! جڏهن تون لڙڪي پوين، تڏهن مون کي سڏجانءِ!
- اي خوبصورت عورت! تنهنجي جواني مُڙي چڪي آهي پر مُنهنجي شاعريءَ ۾ اجا خوبصورت آهين.
- منهنجي شاعري اُهو آئينو آهي، جنهن ۾ تُنهنجي چهري جا گهنج نظر نه ٿا اچن.
- تون ناز چا تي ٿي ڪرين؟ تون ته نياز ڪَرين ته به قابل - قبول نه آهين!
- ڪيڏو پَري هوندي ويجهو هوندي هئينءَ؟ اڄ ته مان ٽي - ايس - ايليٽ وانگر ٿيمس نديءَ تي ڪوهيڙي ۾ ڏسي رهيو آهيان ۽ تون پاڻيءَ تي ڪشتيءَ وانگر گم ٿي وئي آهين!
- معصوم شاهه جي مناري تي ڏاڪا چڙهندي مان ساهي پٽڻ لاءِ هڪ هنڌ ويهي رهيس ته هوءَ مون کان ڪجهه ڏاڪا هيٺ ويهي رهي. شايد هن سمجهيو ته مٿي چڙهندس ته هي پاڪر ۾ ڇڪيندو. ان کانپوءِ ڪائي اڻ- ورتل چُمي مناري جي ڏاڪڻ تي اجا تائين هيٺ مٿي وڃي رهي آهي ۽ هُن جا چَپ ڳولي رهي آهي.

- چنڊ تہ لـَهـي، انـڌيري ۾ گُمُ ٿـي ويـندو آهـي. تـون منهنجي شاعريءَ لاءِ سدائين چوڏهينءَ جو چنڊ آهين، جنهن لاءِ اماوس جي رات نہ اچڻي آهي.
- ڇا مون سان چار گهڙيون توکي مهانگيون پيون آهن؟ مون تہ توکي اَمرتا ڏئي انهن جي قيمت چُڪائي آهي.
- ڪيـدوءَ جي جوءِ! ڇا تـون ٿـي رانجهـوءَ جي جهنـگ سيال واري هير آهين؟
- جيـڪي سچ پچ عـشق ڪندا آهن، سي انارڪليءَ وانگر جيئري پورايا ويندا آهن.
- عاقل خان سان گڏ زيب النساءِ مخفيءَ جا گهـٽا پُٽ ديڳ ۾ رَجهي ويا هوندا؟!
- تو سمجهيو تہ تون ايڏي سُهڻي آهين! ڏسُ، خدا مون کان هڪ گُل ڪِسي مون کي پوري ڦُلواڙِي ڏني آهي!
- ڇا تو ڪڏهن پوپٽ کي گُل پٽيندي ڏٺو آهي؟
- پيءُ مـاءُ کي تارازيءَ ۾ ويـهـاري ياتـرا ڪـرائـڻ وارا فقط لوڪ ڪٿا ۾ آهن.
- جيئن شفاف جَر ۾ پکيءَ جو عڪس نظر ايندو آهي، ائين متان منهنجين اکين ۾ تنهنجو عڪس نظر اچي! ان ڪري مان تو ڏانهن ڏسان نہ ٿو.
- دل ۾ آيو تہ سُوبٽ تي دم- عيسيٰ ڦوڪي هن کي پوپٽ بڻايان، پر پوءِ ڪجهہ وقت مون هُن کي تريءَ

تي ڪٽي اُس ۾ رکيو، ٿوريءَ دير ۾ هن پر ڪوليا ۽ مون کي ڏسڻ کان سوا اُڏامي ويو.

- جوانيءَ جي الهڙ اکين ۾ ڪيترو نه اعتماد هوندو آهي، يقين هوندو آهي ۽ اها غير يقيني نه ڏسي سگهنديون آهن جا تجربي ۾ هوندي آهي!
- شل توکي خدا جواني بخشي ڏي، تُنهنجي حُسن کي نُهنڊ به نه اچي! مان زندگيءَ کان پنهنجي حصي کان به گهٽو وٺي چُڪو آهيان. وڌيڪ هَوَس رڳو مون لاءِ شرمندگيءَ جو باعث آهي. مان توڏانهن هَٿُ، هَٿ چُراند لاءِ نه وڌائي رهيو آهيان، دعا لاءِ وڌائي رهيو آهيان.
- هَوسَ جو پيالو پَرجي نه پَربو. بس گهٽو پيتو اٿئي، هاڻي بس ڪر!
- ڪنهن جي مٽي تي هٿ گهمائي ڏس! ساري ڪائنات تنهنجي هٿ ۾ اچي ويندي.
- مان پليٽ فارم تي بَتي جهلي بيٺو آهيان. هر گاڏيءَ جي دريءَ مان تنهنجو مِنهن نظر اچي رهيو آهي.
- اي وڏيون اکيون! حياءَ سان ئي چڳيون ٿيون لڳو، نه ته اوهان کان به وڏيون اکيون ڳئونءَ جون هونديون آهن.
- توکي ايترو ناز ڇا تي آهي؟ ڇا تون منهنجي شاعريءَ کان وڌيڪ خوبصورت آهين؟ تنهنجون ڇاتيون ته ڪڏهن ڇٽي پونديون پر منهنجون سٽون ساڳيءَ طرح تاٽيل ڪمان وانگر هونديون.

- پيار؟ ڪهڙو پيار، اوشو! انسان جي پيار جي ڳالهہ ٿو ڪَرين؟ ڪنهن پَسوڻ جي ڳالهہ ڪرين ها تہ دل سان لڳي ها!
- عشق توکي نيون اکيون، نوان ڪَن ۽ نئين زبان ڏيندو، تون ڪنهن سان عشق ڪري تہ ڏس!
- اينترو عشق بہ نہ ڪر! متان فرشتا توسان حسد ڪرڻ لڳن!
- عشق ڪيئي پيرا نہ ڪبو آهي. معشوق ڪيئي هوندا آهن، عشق هِڪ هوندو آهي.
- عشق ڪنهنبي مان گڏي ناهيندو آهي، پوءِ ان کي ڇِني ڦاڙي ڇڏيندو آهي.
- اي حُسن! تون گُل نہ ٿيءُ! تون پوپٽ ٿيءُ!
- ڪير سهٽو آهي، تون يا چنڊ؟ مان نٿو چاهيان تہ تون پنهنجي ساراهہ پاڻَ ڪر! مان اِهو سوال چنڊ کان ٿو پڇان؟
- چاهيان ٿو تہ توکي موت کان اول پويون پيرو ڏسان! شايد ٻي جنم ۾ توکي سڃاڻي سگهان!
- * پهرين عورت جا منهنجي زندگي ۾ آئي، ان جو نالو گارگي هو ۽ گارگي ڪاليَ جو بيو نانءُ آهي. گُنا! توسان مان اها ڳالهہ ڪيان ٿو ڇو تہ تو بہ مون سان اهڙي ڳالهہ ڪئي هُئي افسانوي انداز ۾!

* گُنو- گنوسامتاڻي، سنڌيءَ جو مشهور ڪهاڻيڪار.

- آچ! مونکي موت جو به ايترو انتظار نه آهي، جيترو تنهنجو آهي.
- اي پڪل، رسيل انب وانگر عورت! منهنجا چَپ تنهنجا ڪيڏا عادي ٿي ويا ها! هاڻي جڏهن تون نه آهين ته اهي مطلع جي قافين وانگر هڪٻئي سان ملي نه ٿا ملن ۽ زندگيءَ جو غزل پورو ٿي نه ٿو ٿئي!
- هي تنهنجي سکي، جا سئفو جهڙي شاعره آهي، مونکي ايترو وڻي جو مون تنهنجي محبت سان خيانت ڪئي. خيانت ڪانسوا محبت اجائي آهي. هاڻي تون مونکي اڳي کان وڌيڪ ترو تازه ٿي لڳين ۽ منهنجي محبت توسان وڌي وئي آهي.
- اي سانوڻ رات! هوءَ جڏهن پيار ۾ پرجي ويندي آهي، توکان وڌيڪ ڀرپور لڳندي آهي!
- ڇوري! اهي به انب لڪاءِ! طوطن کي ٽُڪڻ جي عادت آهي.
- تون جا سِيمر بر به آهين ۽ برسيم وانگر نرم ۽ نازڪ به آهين. تون اَءُ ته توکي هِير وانگر چُميون ڏيان!
- متنان ڄامشوري ۾ سنڌوءَ جي ڪناري تي وڃين! هوءَ توکي پاڻيءَ جي لهر لهر مان گهوريندي ۽ ميارون ڏيندي!
- راڌا! مون وٽ ڪيتريون گوپيون ٿيون اچن، پر منهنجي بنسري توکي ڳولي رهي آهي.

- اي هرٽي! منهنجو وقت ڪيترو بي مزي ٿو گذري، تون ڪهڙي رڻ ۾ ڇُپي وئي آهين؟
- ڇا مانِ تنهنجي گَجَ ۾ فقط هڪ شيشو آهيان؟
- اي منهنجي محبوبا! تون انجيل واري مرِ ۽ لوبان ته نه آهين؟ تنهنجا انجير ڪيترا نه رسيلَ ۽ پرڪشش آهن! تنهنجو آواز سليمان جي گيت مان ته نه اُپريو آهي؟ منهنجي شاعريءَ لاءِ تنهنجو سارو وجود الهام وانگر آهي.
- رحيم خان خانان! مون تنهنجي شعر کي ڪيئي پيرا آزمايو آهي. انسان سان 'من تو شدم' واري ڪيفيت ناممڪن آهي.
- موت! تنهنجو اصل نالو ته انتظار آهي، توتي هي ٻيو نالو ڪنهن رکيو آهي؟
- تون منهنجيءَ شاعريءَ جي پَرت ۾ رڳو هڪ سڳو هئينءَ: پاڻ کي ايڏي اهميت به نه ڏي!
- مون تولاءِ ساري ڪائنات غاليچي وانگر پٿاري ڇڏي آهي. تون اُمراءُ جان ادا وانگر اچ ته سَهين! تون نچ ته سهين!!
- فرعونِ! تون ڇا ڄاڻين؟ عشق نيل درياهه ۾ نه ٻڏندو آهي.
- علامه اقبال! عشق ته رازيءَ ڪيو هو، روميءَ ته فقط مثنوي لکي هئي.

- چنڊ! تون نديءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪيڏو نہ وڻندو آهين؟ ڪڏهن پاڻ کي منهنجن ڳوڙهن ۾ بہ ڏس!
- عشق عشق کي چکي ٿو، حسن عشق کي نٿو چکي.
- وارَ ايئن تہ نہ ڇوڙ! گهٽائون مچرجي نہ پوَن!
- پياري! تون رڳو منهنجي شاعريءَ ۾ آهين، مون ئي تہ توکي بقا ڏني آهي! مون کان ٻاهر توکي فنا جون تيز هَوائون اڏائي وينديون!
- ڇَري تو مُنهن ورائي بہ نہ ڏٺو آهي! مون تُنهنجي چوٽيءَ جي سڳين ۾ هيءَ ڪائنات ٻَڌي ڇڏي آهي!
- تون ڪڏهن موٽي ايندينءَ؟ رابيل ٽڙيا آهن ۽ اُنهن جي خوشبو تنهنجو انتظار ڪري رهي آهي!
- جڏهن مون هن گهر جا سڀ دروازا کولي ڇڏيا ها، تڏهن تون ڪٿي ڪونہ هئينءَ ۽ جڏهن کان مون اهي اندران بند ڪري ڇڏيا آهن، تون جتي ڪٿي آهين!
- جڏهن کان تنهنجي ياد جو دل ۾ غاليچو پٿاريو آهي، پير ڌرتيءَ تي نہ ٿا ٽِڪن!
- تون چنگ چڙي جي لار آهين! تون مون کي ٻوڙي مارينديںءَ؟
- محبت رڳو انسان سان ٿيندي آهي. خدا سان تہ رڳو عقيدت ٿيندي آهي.
- تون انسان آهين يا عاشقي آهين؟
  ڇا عاشقيءَ کي بہ رنگ روپ ٿيندو آهي،
  ويس وڳو پيو هوندو آهي؟

- سسئي! ڇا تون منهنجي من کي پنهونءَ جي پَهراڻ وانگر ڏوئي سگهندينءَ؟
- تون ڪائنات ۾ هڪ ئي سهٽي تہ نہ آهين!
مون ۾ تنهنجو پارُ اينترو ڇو ٿو ٻُري؟
- سومل! تون ڏاگهہ تي ڇو نہ چڙهندينءَ؟
ڇا مومل جي بدن مان توکي ڪجهہ راٽو حصي ۾ نہ مليو هو؟
- هـوءَ اڇي رهـي آهـي، جنهن کي رباني ’چوب چيني‘ چوندو هو. هاٿي تہ هُو انب جي ڪوماٽل ڪانيءَ وانگر ٿي وئي آهي، نہ ڏارڻ جي، نہ ٻارڻ جي ۽ نہ ان ۾ انب ئي آهن.
- ايڏي ڇَٽَ نہ ملاءِ! مونکي ڪرشن وانگر نيرو ڪري نہ ڇڏين!
- هَٽُ هَٽُ! ويل وِڃائيءِ. هوءَ ڪَڪرَ ڪارونيار ٿي آئي هئي، تو هن کي ڏڪاري ڇڏيو!
- ”بيڪس! توکي ماٺهوءَ ۾ خدا ڏيکاريان؟ چڱو مون سان جيپ ۾ چڙهہ!“
- بابَل! مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو هو؟
هي ڪَپُر ڇو پندي ۾ بند ڪري، منهنجي ڏوليءَ ۾ رکيو اَٿئي؟
- آءُ نہ ٿالهي وڃائي، ڇاهي کي چانڊوڪيءَ ۾ نچايون!
توکي خدا ۾ اعتبار بہ اچي ويندو ۽ رقص ڏسي مونکي

ڪائي نِرتڪي بہ ياد اچي ويندي، جا بمبئيءَ ۾ مون ڏانهن پاڻ وڌي آئي هئي ۽ مونکي چيو هيائين تہ ”مان فلاڻي آهيان“.

- ڪنوار! گهونگهٽ هَٽاءِ تہ ڏسان تہ تون ڪيتري خوبصورت آهين؟ ماڻهو توکي ٻي دنيا چون ٿا!
- اي حقيقت! تون تہ اڃان تائين مون لاءِ مجاز جي لباس ۾ آهين. توکي گربيءَ جي سٽڻ پيئي آهي ۽ تنهنجي ازاربند ۾ مهلب ۽ ڪپورُ ڪَچڙيون ٻڌل آهن ۽ تنهنجي چوٽي ۾ رابيل جا گل مهڪي رهيا آهن. اي حقيقت! ڪاش تون ايئن هجين جيئن مون توکي ننڊ ۾ هڪ رات ڏٺو هو.
- تون هوا جو جهوٽو هُئينءَ، آئينءَ ۽ هلي وئينءَ؟ هوا جي جهوٽي کي موٽڻي جو گُل روڪي تہ نہ سگهندو آهي! ها اُن جي سڳنڌ ۾ اُنهيءَ هوا جي جهوٽي جي سار ضرور هوندي آهي، جنهن جي گهُلندي اُهو ٽڙي پوندو آهي.
- جي عشق بي ثبات نہ هجي ها تہ اُهو آبِ حيات جي ڍُڪ وانگر تنگ ڪري وجهي ها!
- مان چوان ٿو وڃ، ڀَلي وَڃ! منهنجي شاعري ۾ تنهنجا لنبا وار وچڙي ويا آهن. اهي ڇڏائي سگهين تہ ڀلي وڃ!
- مان ڄاڻان ٿو تہ تون منهنجي شاعريءَ جي تخليق آهين، پر منهنجي توکي اجازت آهي تہ تون پنهنجي

خالق کان انڪار ڪري سگهين ٿي.

- حسن کي خدا سان رقابت ٿيندي آهي. گهٽ ۾ گهٽ شاعري ۾ ته ٿيندي آهي.
- رقاصا! ڇا تون مونکي ايترو اَپنائي سگهين ٿي جو مان تو ۾ رقص ڪري سگهان؟
- 'مينون رُنڙا يار مناوڻ دي' اها سٽ ڪنهن جي آهي؟ ڇا ان کان وڌيڪ پياري سٽَ ڪوئي لکي ٿو سگهي!
- ڊيٺ! مرون! تون استريءَ کي فقط تؤنري ٿو سمجهين يا ڇَتائِي ٿو سمجهين؟ اِستريون ديويون ٿينديون آهن، دالان جي چڪ ۾ در جو پائدان نه ٿينديون آهن.
- هوءَ آئي، هَلي وئي پر منهنجي ڪمري ۾ اجا موتئي جي مهڪ آهي.
- هي وار، چڻ ته سانوڻ جون گهٽائون! ۽ هي منهن چڻ روهيڙو ڦٽو آهي!
- چِلي بادامي! توکي مون لاءِ خدا چِلي موڪليو آهي.
- شايد تون چَنڊ وانگر آهين. چَنڊ به هڪ هنڌ نه بيهندو آهي!
- ايڏو رُني آهين؟ تون ته اجا منهنجن ٺُنرن ۾ تَري رهي آهين!
- وَج، موتي وَج! تون مون سان ساٿُ ڪٿي رکي سگهندينءَ؟ مان ته ان واديءَ ڏانهن وڃي رهيو آهيان جنان ڪوبه نه موٽيو آهي!

●

تو ڪيرڙ ني
گڏ ڪي گولي تہ هنئي
پر ان گوليءَ
جيڪو گهاءُ ڪيو
سو
تـو ڏٺو؟

●

سَرءُ جي ٽيپهريءَ ۾
وڻن تان
ڪانو اُڏامندا آهن
۽ شور ڪندا آهن
اُن آکيري لاءِ
جو هُنن کان وڃائجي ويو آهي.

●

راجستان ۾
مون اُن واريءَ کي

چميو هيو،
جيڪا تر ۾ به ڦهليل آهي
۽ ستارا ٿي
جهُڙالي آسمان ۾
چمڪي رهي آهي.

- مان ئي ته هيءَ ساري ڪائنات آهيان. هي سج ۽ چنڊ مون ۾ ئي اڀرن ۽ لهن ٿا ۽ ڏينهن رات منهنجي ئي وجود جو حصو آهن!
- سج لهي رهيو آهي ۽ نديءَ کي سجدو ڪري رهيو آهي، ندي جا هن کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيندي.
- چَنڊ ڪُونيت مٿان پيساميءَ وانگر وڄي رهيو آهي. نه ڄاڻان پاڻ ۾ ڇا ڳالهائن ٿا؟ ڇا ڇپن کي به ڪَن ٿيندا آهن، ڇا ڪارونجهر اُنهن کي ٻُڌي سگهي ٿو؟
- پاڻيءَ ۾ سج ۽ چنڊ، اُهي مڇيون آهن، جي هر اوجهاڻ مان ترڪي وينديون آهن.
- هيءَ مهاڻي ڪيڏي نه خوبصورت آهي، توڙي هن کي مڇيءَ جو هڪ ٻيرو به نصيب نه آهي.
- اي نوريئڙا! تون ڄاڻين ٿو ته تون اهي ٺموربن ڪُنري ڪيترا وڻ ناس ڪري رهيو آهين؟
- هيءَ ڳوهه ڪيڏي نه خوبصورت آهي پر ان جي خوبصورتي وڃائڻ لاءِ توکي پيبل جون اکيون گهرجن.

- وڳَر ايـنـدا، وڳَر ويـنـدا. هـا، پـر اُنـهـن ڪـي روهـﮥ جون راتيون ياد رهنديون؟
- چوڏس رات چاهي ڪي نچندو ڏسندين تہ توکي اُلوهيت جو احساس ٿيندو.
- جُهڙَ ۾ اَڪ جون نيرڙيون ڦلڙيون تہ پياريون آهن، پر موت بہ ڪو اُس ۾ ٿوهر جا ڪنڊا نہ آهي!
- هو بوٽيندڙو وڃائي رهيو آهي ۽ شام جو سچ تعجب ۾ هيٺ لهي هن ڪي ڀڏي رهيو آهي.
- (هڪ تصوير):-

جُوئَر ڍَڍِي ۾ آهي ۽ ٻارڙو ڏاڏي جي ڍَڍِيءَ تي چڙهي ڪاني مان سَنگُ پَٽي رهيو آهي! ڪوئي جهرڪ پَڙڪو ڏئي اڏامي ٿو. نہ ڄاڻان اُن جي اکين ڇا ڏٺو آهي؟

- ڇهينءَ جو چنڊ نيري آسمان ۾ ايئن بيٺو آهي، جيئن مـاڙيچاٽيءَ جي هٿ ۾ مـٽي مَٽان ڪاٺ جو ڦـٽوتـو هوندو آهي.

(پد عيدن جي ڊائري)

- هائو انسان ڪي سمجهہ آهي پر اهو ڪيئن ٿو چئين تہ هو انهيءَ ڪري ٻيءَ مخلوقات ڪان بهتر آهي؟ ڇا ڪئليءَ ڪڏهن پنهنجي ڪَڻ ٻيءَ ڪئليءَ ڪان لڪائي آهي؟ ڇا ڪنهن پکيءَ ٻئي پکيءَ کي ڪڏهن چيو آهي تہ تو منهنجو ميوو ڇو چڇريو آهي!
- ڇا ايڏي ستم ڪيشي چڱي آهي؟ پوپٽ جي سامهون

گل پٽي رهيو آهين!

- رڳـو تون ئـي ٿـو اُن کـي سجـو چـوين نـه تـه نـرگـس جـو گل انـڌو آهي! توکي اها ڳالهـه ڪنـهـن پـوپَٽ تـه نـه ڪئي آهي؟
- املتاس جي گُل تي هجي يا ٿوهر جي شاخ تي، زندگي آهي ته ڦٽڙو ماڪ جو، جيڪو صرف سج اُڀار تائين آهي!
- درياهـه چنڊ کي پيرين پوندو آهي تڏهن به رڳو ان جو عـڪس پائـي سگـهـنـدو آهـي. چنڊ کي تـه ڪارونـڀـار ڪڪر به پائـي نـه سگهندا آهن ۽ هو پنهنجي راهـه تي رمندو رهندو آهي.

اِها ٻي ڳالهـه آهي تـه ڪنهن ڪنڊيءَ جي شاخ ۾ هن جو پاند اٽڪي پوندو آهي. پر اُن ڪان به پاڻُ ڇڏائـي ويندو رهندو آهي. دنـيـا جا سارا رابيـل جا گُل هن کي خريد ڪري نٿا سگهن، نـه ڪائي خوشبو اُن لاءِ ڄار وڇائي ٿي سگهي.

چنڊ ڪويل جي ڪُوڪَ وانگر هوندو آهي. اُن کي ڪوئي به پنهنجي دام ۾ نه آڻي سگهيو آهي، نه آڻي سگهندو؟

- پٿر، چپ ـ مان ڇڄي، پهاڙ سان ٽڪرائيندو اچي هيٺ ڪريو. مـون ٽٽو ساهـه پـري چيو: ”هن جون چنتڙيون لٽيون تـه پرواهـه نـه آهي، آزاد تـه ٿي ويو“ !
- ساندو ماٿهوءَ کي پنتـي گهوري ٿو ڏسي ۽ سوچي ٿو هن مونکي بي سبب پٿر ڇو هنيو؟

- چَنڊُ بگهڙ جي اکين ۾ بہ چمڪندو آهي ۽ سَهي جي اکين ۾ بہ چمڪندو آهي، پر بگهڙ جون اکيون سَهي ۾ ڪُتل هونديون آهن.
- اي ڪارونجهر جي هيٺان تلاوَ! تو ۾ ڪَڏهن مور جو عڪس پيو آهي؟
- هيءَ ڪئلي بہ پنهنجي ڪٺنبَ ۾ نازنين هوندي! ڇا نہ سُبڪ رفتار وجي رهي آهي!
- ڇا هُڙيا نند ۾ گولاڙا ڏسندا آهن يا پيو ڪجهہ؟
- غصي ڪي ڇڏ! موتي آءُ! ڏِسُ سِجُ سمنڊ ۾ ٻڏي رهيو آهي؟
- اي خوشبو! مان توکي گل ۾ موٽائي سگهان ٿو!
- اي سڳنڌ! تون هِن ول جي امانت آهين، پر مان اُن جي سخا کي روڪي بہ تہ نٿو سگهان!
- اي من، اٿي جاڳ! ڏس پرهہ جا پکي اُٿيا آهن ۽ اُن جي حمد و ثنا ڪري رهيا آهن، جنهن ڪين هڪ نئون صبح ڏيکاريو آهي ۽ جهَرٽا بہ پنهنجي پُٽ پُن ۾ چئي رهيا آهن تہ ڪين هڪ پيو ڏينهن مليو آهي جڏهن هو پانڌيئڙن جي پياس بجهائي سگهندا ۽ دَرخت انهن جي گونجار تي جهومي رهيا آهن ۽ سوچي رهيا آهن تہ ڪنهن ڪنهن تي ڇانوَ ڪري ڪنهن ڪنهن جو ٿڪُ پيچي سگهندا؟
- ڏسين ٿو؟ صبح جي صراحيءَ مان سج انگوري

شرابَ وانگر پيئجي رهيو آهي!

- ســانوڻ، ايڏو وسـيـو آهين جو هـن جون انبـڙيون، ڏوريي، سايون ڇَهچُ ٿِي ويون آهن!
- سانوڻ! ايڏو تہ نہ وَس! منهنجي محبوبا ساري پڄي وئي آهي ۽ هُن جو چولو هُن جا اُرهہ پسائي رهيو آهي.
- سانوڻ! ايڏو تہ نہ وس! هُڻ جي وڻ ۾ پَڪا انب پڄي ويا آهن.
- توکي هِن پوپٽ جي رَنگن کان وڌيڪ خدا جو پيو کهڙو ثبوت گهرجيِ ٿو؟
- جي مـان چوان تـہ جهـرڪـيءَ کي آڪـيـرو ٺـاهڻ خدا سيکاريو آهي تہ ان ڳالهہ جي ان کان وڌيڪ کهڙي سؤلِي سمجهاڻي ٿي سگهي ٿي!
- ماکيءَ جي مَک گلابَ تي اُڏري آئي آهي.
  متان هن کان هُن جو رِزق کَسين!
- ماکيءَ جو مانارو نہ ڊاهہ! لکين گل جڏهن رَتُ ڏيندا آهن تڏهن مانارو ٺهندو آهي.
- ڏس، اَنبَ بُور سان ڀوڪِيا آهن ۽ ماکيءَ جون مکيون اچي کَنيون ٿيون آهن ۽ مون ۾ وديا پنيءَ جي آتما کَر موڙي رهي آهي!
- هر وڻ منـصـور هـونـدو آهي، جڏهـن مـاڻهـو اُن کـي وَڍيندا آهن.
- جيـتـرو ئـي مـاڻهـوءَ جو ٻاهر ڏٺو مُٺو، صاف سُٺرو

آهي، اوتروئي هن جو اندر پلپلو آهي، ڪينٽرو آهي.

- ڇا بنياد پرستن سان الوهيت، ڪائنات، مخلوق ۽ روح جي موضوعن تي اوهان متفق ٿي سنگهو ٿا؟ اوهان پٽائي، سچل، ۽ ڪنڊڙيءَ جا فقير پڙهيا آهن، تن کان قونيا جا رومي ۽ شمس تبريز ڇا ڪنهن طريقي مختلف آهن؟
- توکي معلوم آهي تہ جڏهن منهنجي اليومينم جي ڪليل دريءَ مان ٽي پيرا ڪراچي جي ڪنهن مُرغ جي بانگ ايندي آهي تڏهن مان پنهنجي گهڙيال ڏانهن ڏسندو آهيان. ڇا اهو طئہ ٿيل وقت اچي ويو آهي؟ ڇا مان پنهنجيءَ صليب کي ڪُلهو ڏيان.
- نہ رڳو گهوڙي کي موت جي اڳواٽ خبر پوندي آهي پر بي هر جاندار کي بہ اڳواٽ پتو پئجي ويندو آهي، رڳو انسان کي خبر نہ پوندي آهي جو اِنَ ڏس ۾ احقرالمخلوقات آهي يا انسان کي بہ ......؟
- ماڻهوءَ کي موت ۾ گهڻو ڪجهہ ڇڏڻو پوندو آهي، جو سچ پچ هن جو هوندو بہ نہ آهي. جئپور ۾ مون هڪ راجا جي خالي محل سرا مٿان لنگور ڏٺو هو، جنهن جو پيچ هڪ وڏي بسوال جي نشان وانگر هو ۽ ان جي سامهون سورج گهڙي هئي جا سانجهي ٿيندي ئي بيهجي وئي هئي!
- هِن وَڻَ جون پاڙون اُکڙي ويون آهن، ان کي پَڙُ نہ آهي

تہ ڪڏهن ٿو ڪران، هن گل جون پنيون پڪڙجي ويون آهن، ان ڪي الڪو نہ آهي تہ ڪڏهن ٿو ڇٽان! پَرندا جيستائين جيئرا آهن واءُ ۾ پنهنجا پَرَ هٽندا رهندا آهن. رڳو انسان ڪي ئي انت جو خيال مايوس ڪندو آهي. ڇاٽين ٿو تہ ڇو؟

- موهن ڪلپنا! توکي موت ڪان اڳ اها خبر نہ هئي تہ تون ٻي ڪهاڻي نہ لکي سگهندين! تنهنجي زندگي جي سڀ ڪان وڏي الميہ ڪهاڻي اِها هئي ۽ اها وقت جي آڳرين هوا تي ائين ئي لکي ڇڏي هئي جو تون ان کي درست بہ نہ ڪري سگهين!
- تون ئي تہ منهنجو ساٿي آهين. موت ڪان حياتيءَ تائين، حياتيءَ ڪان موت تائين. مون توکي 'ميران' ڪان وڏيڪ ڳوليو آهي، تون جو تنبوري جي تارن ۾ سُتل آهين ۽ منهنجي ڇُهاءَ سان جاڳي پوين ٿو!
- 'رب ارني' جو آواز اچي رهيو آهي؟ زندگي ڪوهِ طور وانگر ٻري رهي آهي ۽ چوڏاري رات جو انڌيرو آهي.
- هر انسان هن زندگيءَ ۾ ائين آهي جيئن حضرت يونس مڇيءَ جي پيٽ مان ٻاهر اُچڻ لاءِ آتو هو.
- هي ڳاڙهہَ - ڳلا اٿي. اهي شفق جي ڄار ۾ ڪهڙا نہ ڇڳا ٽا لڳن. *
- هي بگهياڙ واهہ جي پوڇڙيءَ تي ڪائي اَڪيلي نيرڳي وينی آهي ۽ پنهنجي ديس کي ساري رهي آهي!

* ڳاڙهہَ- ڳلو- هڪ پکيءَ جو نالو.

- هي شنگرفي شام، ڪيڏي نہ سُهاوڻي لڳي رهي آهي. دل چوي ٿي تہ ڪوئي هجي تہ هن جي اڳيان سجدو ڪيان!
- نيرڙي شام لهي رهي آهي. ڪينجهر تي بہ رُتنبا رانديون ڪري رهيا آهن، چڻ مينا بازار ۾ اڪبر جوڏ ٻائيءَ جي ڪڍ لڳو آهي!
- هي سانءَ جي ڏڪي ٻڇي تہ ڏس! ڇا اها ڪپيندي توکي ترس نہ ايندو؟ ڇا تو ۾ ماڻهو مري ويو آهي؟
- ڏس هي جهَنگَ ڪڪڙ ڪيتري نہ خوبصورت آهي؟ تون جڏهن هن تي بندوق تاڻين ٿو تہ هوءَ مون کي راڻي لاڏيءَ جو پيو جنم ٿي نظر اچي.
- هن ڪاٺ ڪُتي جو موت هڪ پوريءَ قوم جي موت کان وڌيڪ وزنائتو آهي.
- آسمان ۾ ستارا رات جي رئي تي مقيش پري رهيا آهن، ڪهڙي ڪنوار اَچڻي آهي؟
- هاڻي نہ پيچرو پورو ٿي چُڪو آهي. لَکَ ڪيڏو نہ هيٺ لِڳن ٿا ۽ چنڊ ڪجاوي تي پيلهہ وجي رهيو آهي!
- جمال رند! توکي تورئي جي ڪڙيل ڪيت تي اها شام ياد آهي جا مان ۽ ربانيءَ تنهنجي ڳوٺ پرسآن گذاري هئي؟ جي زندگيءَ جي شام اهڙي شفق سان ٿئي تہ ڪهڙي نہ چڱي ڳالهہ آهي! ان ڪانپوءِ رات ڪهڙي نہ وڻي ٿي؟

- شام جي شفق ڪيتري نہ پياري آهي، اي ڪاش! هي سج ڪڏهن نہ ٻُڏي!
- سَرَهَ ڪيرٽڙ تي ٽيج جو چنڊ ڏسي ڍنو هو. هن سمجهو هو تہ آسمان هُن تي ڪمان ڪشي رهيو آهي!
- ڇا ڏينهن ٽٽي جو تو ساڻدي جون اڪيون ڏٺيون هُيون جن ۾ رني ڪوٽ چمڪي رهيو هو؟
- سج لٿي، ٿر تي شفق ڪنهن پيغمبر جي مُنهن وانگر ٻري رهي آهي!
- هي پوپٽ ازل جا پيمبر آهن. انهن جا پَرَ نہ پَٽ!
- ڇا اُن جو ڦوٽهڙو تنهنجي وس ۾ آهي، جي نہ تہ تاريءَ تان گل ڇو ٿو چنين؟
- تو جهونجهڪڙي ۾ ٽانگر تي ماڪ ڦڙا ڏٺا آهن؟ جي ها، تہ اجا خدا ۾ اعتبار نہ ٿو ڪرين؟
- ڏس، سمنڊ تي سج منهنجن پيرن تائين لهي آيو آهي ۽ آخري غوطي تائين منهنجا پير چُمي رهيو آهي!

•

اي ڌرتي تون ڪٿي آهين؟
اي ڪڇ جا رڻ
توتي وري سمنڊ اُڀري آيو آهي،
اٿاهہ سمنڊ،
جنهن تي بمباري ٿي رهي آهي
سانوڻ جي بوندن جئن!
اي پاري نگر تنهنجن ڪَڙَن تان
سموري ڪَٿُ
لهي وئي آهي،
۽ تون ڪنهن لنگر جي انتظار ۾ آهين،
جنهنجو ٻيڙو مون کي نظر نٿو اچي
پر جو جلد اچڻو آهي
۽ جنهن جا سڙهہ
هوا ۾ ڦڙڪي رهيا آهن.

●

مٿان بم ڪري رهيا آهن
هيٺان تون توتاري وڄائي رهيو آهين!
اي يم دوت!
تنهنجا پُرک بہ لنگها ها
پر اُنهن اهڙي پُڏ نہ ڏني هئي
جهڙي تون اڄ ڏسي رهيو آهين!

●

غدار جي اولاد!
مون سان وڙهڻ
آسان نہ آهي.
تون امير خسروءَ جي سِتار کان وٺي
ميران ٻائيءَ جي گيت تائين،
سڀ سان وڙهي رهيو آهين!
۽ پٽائي کي ايتري ڪاوڙ آهي،
جو ڪنهن ڏينهن
هو پنهنجي دنبوري سان
تنهنجو سِر ڀوڙي وجهندو.

•

ولايتي
رُشديءَ تي لعنت وجهي رهيو آهي،
۽ هن کي
واجب القتل چئي چُڪو آهي
۽ خيام
پنهنجي رباعيات کي ندامت
سان ڏسي رهيو آهي
۽ پاڻ کي
قبر ۾ محفوظ سمجهي رهيو آهي.

•

اي شير شاهہ سُوري!
منهنجو گهوڙو
اجا اُنهيءَ شاهراهہ تان
وجي رهيو آهي
جا تو نهرائي هئي
۽ جا اجا دني نہ آهي!



شهيد ٽيپي جو لاش
هوا ۾ لڙڪي رهيو آهي،
۽ اُن جو ڏوهه رڳو اهو هو
ته هُن نوي هزار پاڪستاني قيدي،
موٽايا ها،
۽ چيني جي ٽانون وانگر
پڳل مورال کي
وري جوڙيو هو –
مورال
جو وري لوهي ٽوپ وانگر
پنجابي سپاهيءَ جي مٿي تي
آهي،
۽ رنجيت سنگهه
پنهنجي سماڌيءَ مان
سُسُ پُس ڪري
علامه اقبال کان
پڇي رهيو آهي،
”اوءِ ڪوي!
تنهنجي ڪَويتا ۾
ڪيڏي نه جان آهي؟“



ڏس هي راويءَ
۽ گنگا جو پاڻي ٻري رهيو آهي!
۽ مڇيون سڀ سڙي ويون آهن،
۽ ڪنول ڪونہ رهيا آهن،
۽ اُڀ مان بادل تڪي
اُهي ٻم ڏسي رهيا آهن جن سان انسان
ڌرتيءَ تي ڌماڪا ڪري رهيا آهن،
۽ ٻواني ٻگولي رهي آهي
اُنهيءَ رت ڪي جا جنگ ۾ وهندي آهي،
پر هاڻي
جنهنجو ڦڙو بہ نظر نہ ٿو اچي
۽ تپش ۾ اُڏامي ويو آهي،
۽ هوءَ لڙڪي رهي آهي،
هن ڌرتيءَ تي،
جا رڳو دونهون آهي
۽ جنهن جي رتُ مان هوءَ ڏُک ڀري نہ ٿي سگهي.



وچ،
پنهنجيءَ راهه تي هليو وڃ!
هي ماڻهو
جي ڪچرو ايئَن سَونجهي رهيا آهن
جئين آفريقا جا ماڻهو
وهنديءَ نديءَ
جي پاڻيءَ ۾ سونُ سُونجهيندا آهن،
اِهي تنهنجيءَ قوم مان نه آهن،
تون نه
شفق ۾
سونهري بادل سُونجهيندو آهين،
تنهنجو ڪاروبار
انهن سيني کان
نرالو آهي،
هو تُنهنجيءَ سُونجهه کي نه سمجهندا،
هو جي ڪچري جي ڏپ
۽ سونَ جي لپ

تي هريل آهن،
جو اهڙوئي ڏاتـو آهي،
جهڙو ٽامو
يا لوهہ،
جو پوڙيسر جي ڪَتيل ڪَڙن ۾
آهي،
جن سانُ جهازن جا لنگر ٻڌندا ها،
جي وقت جي سمنڊ ۾ ٻُڏي چُڪا آهن،
۽ عجب تہ اهو آهي
تہ اُن سمنڊ کي بہ
واري ڇُهي چُڪي آهي!

- مـونکي ٻہ وڏا انسـان وڻيـا آهن - فـيـثـا غورث ۽ مهاتما گانڌي. هڪ ٽب ڳچيءَ ۾ وجهي گهمندو هو ۽ ٻيو چرخو هٿ ۾ کڻي گهمندو هو.
- امـام غزالـيءَ جي ٻَچَ تـي عمر خيام جي رسدگاهہ کـي باهہ ڏني وئي تہ ڇا ستارن پنهنجي گردش ڇڏي ڏني؟
- جي حڪيم بو علي سينا منهنجو همعصر هجي ها تہ هن کي ٻڌايان ها تہ تاريخ ۾ ڪائي دوا صدين کان پوءِ اثر ڪندي آهي.
- اي دوسـت! جي تون مـنـهـنجي دشـمـن جو بہ دوسـت آهين تہ منهنجو دوست ٿي نہ ٿو سگهين؟
- تون پنهنجو مُنهن ڇاهي وانگر لڪائي ويهہ. تُنهنجا ڪَنڊا ڪافي آهن. ٻلي هي نانگ وانگر ڦڪاريندو رهي.
- ڇا هر ٻولڙي جي اولاد هنومان ٿي سگهندي آهي؟
- مُلان جي مٽي تي گهڙولي ڳائي سگهبي آهي ڇا؟
- اَچ، اَچ، مـينهـن اَءُ! ٿـوهر جي ڄڀ تو بنا ڪنڊا ٿـي وئي آهي ۽ ڪاڪينڊا ٽڪجي ساٿا تي پيا آهن.
- وسـي رهيـو آهـي، وسـي رهيـو آهـي. مـينـهن وسـي رهيو آهي. مان ٻُنيو ٻيڪڙي وينو آهيان، ڇَت ٽپڪا

ڪري رهي آهي.

يا خدا! اينترو وساءِ تہ سنڌو تمنار ٿي وڃي ۽ پَڪي هجن يا پسون، توڙي ماڻهو، انهن مان ڪوبہ اجارو نہ رهي.

- ڪنهن سان بہ گهٽي دوستي، پاڻ سان دشمني آهي.
- زندگيءَ ۾ رجائيت ڪُند فهميءَ ۽ پورڙائيءَ جي نشاني آهي.
- ڏنگڻ نانگ جي فطرت آهي، ڪير پيارڻ مُنهنجي فطرت آهي.
- مُنهن جو اينترو منو، اندر ۾ توهہ ڪان وڏيڪ ڪؤڙو، ايڏو ڪؤڙو جو هُن جي زهر، هُن کي ئي کائي رهي آهي!
- تون موت جي خيال کي دل مان تڙي ڪڍيو آهي ڇڻ تہ ائين ڪرڻ سان تون نہ مرندين! پاڳل! جي چوويهہ ڪلاڪ اسٽالن کي اهو احساس هجي ها تہ ماڻهو ڪڏهن بہ مري سگهي ٿو تہ هو ايڏا ظلم نہ ڪري ها ۽ يو- ايس- ايس- آر نہ ڊهي ها! موت جو احساس ئي ماڻهوءَ ۾ چڱائيءَ جي پيڙهہ پختي ڪري ٿو.
- ڪو توکي رهڻ پائي، تہ هُن کي چاقو نہ هڻ!
- نانگ کي لٺ سان هٽائي ڇڏ، پنهنجي راهہ وٺي ويندو. هرو ڀرو ان کي مارين ڇو ٿو؟
- معافي تہ اوصافِ خداونديءَ مان آهي، پو ايڏي ڪاوڙ ڇو؟
- ڳَڏهہ، لفظ، ڳڏ+ ڏهہ مان نهيو آهي.

- چا عوام سچ پچ اُپرندا؟ جيي ها تہ اُهي سچ وانگر اُپرندا يا سچَ گرهڻ وانگر اپرندا!
- هاٿي تنهنجي مٿي مان ڪميونزم جو سوداءُ سَل ڪري بہ ڪڍي نہ سگهيو! تونِ جڪڙجي چُڪو آهين ۽ پنهنجا زنجير توکي وَٽي ويا آهن.
- چا چاهہ- نخشب ـمان اُپرنـدڙ چَندُ کي بہ گرهڻ ٿيو هو؟
- اڄ ڪَلهہ تہ هر ڪُرسي ڏسي ڪِرسي ٿي اچي!
- تون نڳي ڪري خدا جو نالو وٺي رهيو آهين، ڇو تہ تنهنجي فلسفي ۾ تنهنجي لعين مقصد لاءِ خدا کي ذريعو ڪري استعمال ڪري سگهجي ٿو.
- چا مان تُنهنجا چَل ڪَپٽ وائُکا ڪيان؟ پر مان ڀانيان ٿو تہ مونکان اڳ موت تنهنجي گلي ۾ رسو وِجهي رهيو آهي. ڪَپٽي، پاکنڊي، ٻهروپي، چا تون موت سان بہ بگلو ڀڳت ٿي ٻسگهندين؟ ڏاڍو ڀُلو آهين!
- ڪُتا هَڏو بہ چٻاڙي رهيو آهين ۽ ڀؤنڪي بہ رهيو آهين! جڻ اهڙو چڱو پهريدار آهين!
- اها ڪِهڙي چُوسَ آهي، جنهن توکي جاچوس بڻايو آهي؟
- اُٺ جا پُٽ! منهنجي خيمي ۾ ڇو آيو آهين؟
- هي چمڙو اوندهہ ۾ ڄايو هو، اوندهہ ۾ مَري ويو آهي. هن روشنيءَ جي دنيا نہ ڏسي نہ ڏٺي! شايد اها هن جي ڀاڳ ۾ نہ هئي!

- ڳپيرو! ڪنهن سان دوستي ٿو رکين؟ هن جي سيني ۾ اسلحہ خانو ڏنو اٿئي؟
- اڃا نہ راجا ڏاهر جو رت ئي نہ سُڪو آهي!
- منترتا مَڌُرتا ڪان وڌيڪ مڌر لفظ آهي پر ڳڻو لفظ ئي تہ آهي!
- جڏهن دوست دشمني ڪندو آهي تہ هن ڪان برو دشمن ڪونہ هوندو آهي.
- جي دوستي فريب آهي تہ ڳجي رفاقت تہ الائي ڇا هوندي!
- نہ وڇونءَ جي اولاد سان گڏ ڇپر چڱو آهي نہ واڳونءَ جي اولاد سان گڏ ڪپر.
- توکي موت جي مُنهن ۾ ڌڪيندڙ جي تو جيترو جوکو پاڻ نہ کٽي، تہ اهو سمجهہ تہ يا هو مڪار ۽ فريبي آهي يا ذهني امراض جي شعبي ۾ داخلا جهڙو آهي.
- غالب جو هڪ شعر آهي:

هے کہاں تمنا کا دوسرا قدم یا رب،
ہم نے دشتِ امکاں کو ایک نقشِ پایا.

جي دشتِ امڪان عالمي تاريخ کي سمجهيو وڃي تہ ان استعاري جي دائري ۾ ڪيتري وسعت پيدا ٿي وڃي ٿي! سمجهڻ وارا سمجهي ويندا تہ هن دؤر ۾ نقشِ پا ڇا آهي؟ ڇا اُن کي حوادث جو طوفان مليا ميٽ ڪري ڇڏيندو يا اهو ڪنهن منزلِ جي نشاندهي ڪندو؟ هن وقت تائين تہ دشتِ امڪان جو ڪوئي

نقش پا مون لاءِ معاون ثابت نہ ٿيو آهي.

- اسان شاعر تہ سياستدانن کي کونہ ٿا چئون تہ انهن مان ڪوئي شاعري ڪري ۽ اسان جو طفيلي ٿي؛ هو اسان کي سياست ۾ ڇو ٿا مُلوث ڪَن؟ پر جيڪڏهن ڪوئي مائو يا هوچي منهہ وانگر شاعريءَ ۾ جڪ مارڻ چاهي تہ وَس وارو آهي. جي شاعر بہ سياست جي ڏوبي گهاٽ تي ڪجھہ اُجر جو ڪانڪي ٿئي تہ اُها هُن جي مرضي!
- وچ، وچ، پنهونءَ جي ڪَڍ وچ! مان توکي جهَليان نہ ٿو. ممڪن آهي تہ ڏرتي ڦاٽِي پوي ۽ توکي ڪنهن کُڏي ايل پنهوارَ کان بچائي وَٺي! پر اهو سمجهي ڇڏ تہ امڪان ۽ ايقان ۾ فرق آهي. ڌرتي توکي هميشه لاءِ ٻِڪِي بہ سگهي ٿي.
- مومل! ايڏي عشق جي اَنڌ! تو ڏنوئي نہ تہ راڻو ڪاٽو آهي!
- هو هر ڪنهن لاءِ روئن ٿا، هُن کي مانتا ڏِين ٿا، هر نانگ کي شوَ جي گلي وارو نانگ سمجهن ٿا، ڇو تہ هو اڳي هيٺن هيڪلا ڪڏهن بہ نہ ٿيا ها ۽ پنهنجو موت اکئين نہ پسيو هيائون. هو اِهو نہ ٿا ڄاڻن تہ هو پنهنجي ڪَئي جو ڪيتو ڀوڳن ٿا، يا پيءُ ڏاڏي جي ڪَئي جو ڪيتو ڀوڳن ٿا، جو هنن کي اَوَس ڀوڳڻو هو. اي سنڌو ماتا! هنن جي مَٿي تي هٿ رک! هو نہ

رڳو ڇورا ڇنا آهن، پر هنن کي پاڻ پيڻ بہ ڪونہ آهي ۽ جي ڪنهن وقت هُيو تہ ڪين ڏڪي ڏار ڪيو اٿائون. هاڻي وِڄُ چمڪات ڪري رهي آهَي ۽ هنن جي اباڻيءَ ڇت مان ٽڙڪاٽ اچن ٿا، جنهن جا ٽوٽيون ٿنيا، هو پاڻ ڊاهي ڊير ڪري چُڪا آهن.

- قوم پرستيءَ ڪان اول اهو طئہ ڪر تہ تِنهنجي قوم ڪهڙي آهي!
- مان تـوکي پڇـري ۾ وجـهـي وڻ ۾ لٽڪايان تہ ڇا تون ائين سـمـجهنديئن تہ تون وڻ جي ٽاريءَ تي لُڏي رهيو آهين؟
- ابوءِ! آزاديءَ جي رسـتـي تي ڪـيـڏي نہ گُس آهـي! ساھ ٿو مُنجهي!! پٽر هجن ها تہ بہ چڱو!
- مون دريا خان جي قبر تي مٿو ٽڪرائي ڇيو: ”اُٿ! مٽيءَ مان اُٿ! سج نصف النهار تي اچي چُڪو آهي“
- ڇا تون مـون وٽ سنڌوءَ کي سُڪـائـڻ چاهين ٿـو؟ مانسروور تہ تنهنجي هٿ ۾ نہ آهي!
- توکـي مـعـلوم آهي تـہ جڏهـن اسـتـالـن جي ڌيءَ سيوتلينا هڪ يهوديءَ سان شادي پئي ڪئي، تڏهن اسـتـالـن هُن کـي ڪـهـڙي گـار ڏني هئـي؟ جيٰ تـون سـيـوتـلـيـنـا جي آتم ڪهـاڻي پڙهين تـہ دهريت جي دريده دهنيءَ تي ڏندين آڱريون ڏين!

- تون انسانذات سان محبت ۽ انسان سان نفرت ڪرين ٿو. دهريت اهوئي تہ سيکاريندي آهي!
- هڪ دهريو تيسنتائين انسان دوست آهي، جيستائين هُن کي اقتدار نہ مليو آهي.
- ڇا تاريخ مان ڪوئي مثال ڏئي سگهندين تہ فلاڻو خدا دشمن، انسان دشمن نہ هو؟
- دنيا ۾ اقتدار ئي هر خرابيءَ جي جَڙ آهي. دولت بہ جڏهن اقتدار لاءِ ذريعو ڪري استعمال ڪئي ٿي وڃي، تڏهن ئي ان ۾ خرابي ڪنهن گٽر وانگر ٿُٽي پوي ٿي!
- تون جا سياسي هنگامي ۾ پئي آهين، روز الڪزمبرگ ڪان وڏي تہ نہ آهين! ڇا تو تاريخ پڙهي آهي، هُن جو انجام پڙهيو آهي؟
- اي ڪيرٽر! ڇا تون ويڳي ويڳاڻي ٻار وانگر آهين؟ ڪنهن وقت تہ تنهنجي هر ڇپ کي دودي جيڏي دل هئي.
- اي روپا ماڙي! ڇا ٻاگهي اڇا تو مان اُفق ۾ نهاري رهي آهي؟
- تون اکيون ٻوٽيندين تہ ڇا سج نہ چمڪندو؟
- اي هماليہ! تُنهنجي ديد ڪيترو نہ دور ڏسي ٿي؟ تُنهنجي پَٻ وٽ ٻيهي ڪوئي تنهنجيءَ چوٽيءَ کي ڏسي بہ نہ سگهيو آهي!
- اي آريسر! تون موريسَر ڪٿي ٿو ٿي سگهين! تون تہ اکين لاءِ سُرمي سَرائي هُئين!

- هائو ميان! تنهنجي تهذيب سمير جي تهذيب کان بہ پراڻي آهي ۽ اُن جي هر سِرَ پـجي، پُري مـٽي ٿـي چڪي آهي. پوءِ ڇا ؟
- تون پاڻ تہ انگ اگهاڙو آهين. توکي رڳو اُن تي فخر آهي تہ دنيا ۾ سڀ کان اڳ ۾ تُنهنجن وڏن آڌاڻو ناهيو هو!
- هن کي اينتري بہ رسي نہ ڏي تہ نانگُ ٿي پوي!
- سوچي سوچي ڳالهاءِ! هر لفظ هڪ تلوار آهي جا توتي ڪِري سگهندي آهي.
- فصاحت درياهہ جي رواني‌ءَ وانگر آهي جا ڪڏهن ماٺهوءَ کي لوڙهي ويندي آهي، ان ڪري مان تقرير لکي پڙهندو آهيان.
- دوستي غلطي‌ءَ جو ٻيو نالو تہ نہ آهي!
- جي ڪـائـي ڪُوڙي ۽ ڪَوڙي ڪـهـاڻـي آهي تـہ اُها دوستي آهي.
- دوست، اُنهي‌ءَ دشـمـن جو نـالـو آهي، جو تُنهنجي ويجهو آهي.
- جنهن کي نظريا دوستي‌ءَ کان وڌيڪ پيارا آهن، اُهو تنهنجو دوست ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهندو.
- هاڻي دوستي‌ءَ تي ڪيترو بہ مانجهو مَل! اها گهٽو گَشڪو سهي نہ سگهندي.

- سچ ڳالهائي اُس ۾ پلي ويهـ، ڇانوَ ۾ ويهڻ لاءِ ڪوُڙ نہ ڳالهاءِ!
- زبان جو احتياط ڪڏهن منافقيءَ جي نشاني هوندي آهي.
- ڇتي ڪُتي جي چَڪ کان پالتو ڪُتي جو اَڻ- ڇتائو چَڪ بُرو ٿيندو آهي.
- افسوس! مونکي ڪيتري وقت کانپوءِ سمجهہ ۾ آيو تہ دوستيءَ جي نانوَ واري ڪا شيءِ نہ آهي.
- ڇاٽو سُڄاٽو؟ سوين!
  سنگت؟ ڪنهن ؔسان بہ نہ !
- جي دوستي اينتري اڻ لپ آهي تہ رفاقت تہ نڳي هوندي!
- تو منهنجو ڪيترو نہ نقصان ڪيو آهي، منهنجو دوستيءَ مان اعتبار ڪڍي ڇڏيو آهي!
- جڏهن بہ مون ڪنهن جي پَڳ جو پيچ ڍلو ڏٺو آهي، هُن اها پڳ منهنجيءَ ڳچيءَ ۾ نوڙي ڪري وڌي آهي.
- ماٺهوءَ تي ڪاوڙ ۾ مون هُن کي ڪُتو چئي ڳالهوَ ڏنا، افسوس جو مون ڪُتي تي ڪاوڙ وقت هُن کي ماٺهو چئي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو!
- اعتبار؟ خدا ڪانسواءِ ٻيءَ ڪنهن ڳالهہ ۾ اعتبار کهڙيءَ چڙيا جو نالو آهي؟
- پيئڻ جو ڪَڪيل ڇُتي سگهي ٿو، باقي ماٺهوءَ جو ڪَڪيل ڇُتي، سو ناممڪن آهي.

- سياستدان اديبن کان وڌيڪ سياڻا هوندا آهن، گهٽ ۾ گهٽ هو دوستيءَ ۾ ته اعتبار نه ڪندا آهن.
- نرگس لطيف جا ’آهيان جي وچ ناهيان‘ جي مصنفه آهي، اُن سان گڏجي، مون گوئٽي انسٽيٽيوٽ مان ڪجهه ڪتاب پڙهڻ لاءِ ورتا، انهن ۾ ڪجهه ڪتاب منهنجي مرغوب اديب ’هينرڪ بول‘ جا به هيا، جنهن ۾ هن جون ٢٢-١٩٢١ع ۾ آئرلينڊ جي سفر واريون ڊائريون به هيون. اُتي برفباريءَ ڪانپوءِ ڏاڍي سردي هئي. هينرڪ بول پنهنجيءَ ڊائريءَ ۾ لکيو آهي ته آئرلينڊ ۾ هن کي ٻن قسمن جا ماڻهو مليا. هڪڙا اُهي جن کي چيو پئي ويو:

”اوه! اڄ ڪيڏي نه سردي آهي“ ته اُنهن جواب ٿي ڏنو: ”سچ، ان کان بُري نه ٿي سگهي ٿي“ ۽ ٻيا اُهي جن چيو پئي ”تون شايد هتي پهريون دفعو آيو آهين، ان کان به بُري ٿي سگهي ٿي.“ اِهي ٻه طبيعتون جتي ڪٿي آهن.

منهنجي گهر کان ڏهاڪو قدمن تي ڊاڪٽر انور اعواڻ جي اسپتال هئي، جو اڳئينءَ سنڌ گورنمنٽ ۾ وزير خورشيدشاهه جو مامو هو. تازو جام صادق جي وزارت وقت ايم ڪيو ايم سکر ۾ ڏاڍا هٿيار هٿ ڪيا. منهنجي ۽ ڊاڪٽر انور جي اسپتال جي چوڌاري ايم ڪيو ايم وارن جا هزارين گهر آهن،

جن ۾ اڪثر پلي پيت جا ڪوُنجڙا رهندا آهن، جن ڪي اڳي دَڙڪو ڏيندا هيا سين تہ هنن جو ساهہ سُڪي ويندو هو پر هاڻي هٿيار حاصل ڪري شينهن ٿي پيا آهن. مان سارو گهر پربل ڇڏي، ٽي سال اڳي بيماريءَ سبب اچي ڪراچيءَ رهيو آهيان. هتي خبر پئي تہ پنيان پاڙيسري، جن ڪي مان اُڙيءَ اوڏيءَ ۾ ڪم ايندو هوس، سُئيءَ سَڳي تائين هر شيءِ گهر مان ميڙي ويا آهن، جڻ تہ اهو بہ ڪنهن لڏي ويل هندوءَ جو گهر هيو. اُن سان گڏ اِها بہ خبر پئي تہ ڊاڪٽر اعوان، جو هڪ خدا ترس ۽ تهجد گذار شخص هو، اهو جڏهن پنهنجي اسپتال ٽي ويو تڏهن منهنجي گهر ڪان انن قدمن تي هن ڪي ڪلاشنڪوف جو برست هٽي، پوءِ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ماربو اٿائون. زرينا جڏهن چوريءَ جي ڳالهہ ٻُڌي، تڏهن روئي رهي هئي تہ مون کي هينرڪ بول واري مٿين ڳالهہ ياد آئي:
”موسم اچا وڏيڪ خراب ٿِي سگهي ها!“ مون هن کي چيو،
هوءَ سمجهي نہ سگهي تہ مان ڇا چئي رهيو آهيان!!

- امام ابو حنيفہ چوندو هو تہ ”ظالم ۽ متڪبر پنهنجي موت کان اڳ ۾ هن دنيا ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور سزا پائي ٿو ۽ ذلت ۽ نامراديءَ جو منهن ڏسي ٿو؟“ ڇا توسان مسوليني، هٽلر ۽ استالن اِن

نامراديءَ ۾ شريڪ نہ هيا؟ ڇا ٽراٽسڪيءَ جو مٿو اسٽالن ڇٽايو نہ هو؟ ڇا لينن جو مٿو موت کان پوءِ تاريخ ڇتي نہ ڇڏيو ۽ اسٽالن کي ڪفن ۾ مٿي ڇپائڻ جي جاءِ ڪريملن ۾ نہ ملي ۽ پنهنجي ديس ۾ جو ڪجهہ ٿيو آهي، اهو تہ توکان ڳجهو نہ آهي يا مان اِن تي بہ وقت وڃايان ۽ توکي اهو ٻڌايان تہ ڇا ڇا ٿيو آهي؟ ها، جيڪي اڃا ٿيڻو آهي، اهو منهنجي ڪمري ۾ نقش بديوار آهي ۽ مان نندڊ مان اُٿي روز ان جي آجيان ڪندو آهيان جو اچڻو آهي، جو پنڌ ۾ آهي، جو گهڻو دور نہ آهي. نہ وري اها ڳالهہ منهنجي اکين کان اوجهل ٿي آهي تہ برائي ڪئن پنهنجو انت پاڻ ٿئي ٿي؟

- منهنجو دوست چوندو آهي تہ ”رب رُسي مَت کسي“ واري پهاڪي جهڙي دانشمندي هن ڪنهن بہ پهاڪي ۾ نہ ڏٺي آهي ۽ مان هن سان متفق آهيان. تون جو وڻ هيٺان بيهي، اُن جو ٿُڙ ڪپي رهيو آهين، اِن پهاڪي جو مثال آهين. پڪي، جيڪي اڏامي ويا آهن، توکان وڌيڪ سياڻا آهن ۽ ڄاڻن ٿا تہ اُنهن جي آکيرن جو انت ڇا آهي.
- هن اخباري ڪالم ۾ هذيان ۽ عرقِ نسيان کان سواءِ ڇا آهي؟

• پٺـائيءَ تڏهن توکي نـہ ڏنـو هو، جڏهن چيـو هيـائين: ”مـون پـانيـو درويش، پر تون بازن کـان پيي بچڙو“ . توکي بہ جبو تہ درويش وارو آهي پر تون ڪڏهن بہ باز وانگر جهڙپ نہ ڏيندين، تون تہ وَر وڪڙ رستو وٺندين، گاهہ ۾ گيسرندو رهندين ۽ نانگ وانگر ڪَڪيندين. افسوس جو مون توکي اڳي نہ سمجهو! دوستي ڪيڏو نہ کوهيڙو پيدا ڪري ٿي ۽ ماڻهوءَ جي اصل صورت لڪائي ٿي ڇڏي.

• اڳي تہ ٽِراٽسڪائيٽ لفظ گار وانگر ڪم آٽيندو هئين! ڇا هاڻي نئين گار 'اِسٽالنسٽ' تنهنجي جِيَ کي نئون سواد ڏئي ٿي؟

• قاتل! قاتل! قاتل! پوءِ تيمور لنگ آهين يا مائوزي تنگ آهين، مان تنهنجي پيءُ کي بہ سڃاڻان. تون مونکي ٺڳي نہ ٿو سگهين!

• شل نہ هڪ ڪميونسٽ کي ملڪيت جي چوُس پوي، پوءِ هاتار تہ ڇڏ، توتي ماڪوڙن لاءِ بہ ماس نہ ڇڏيندو!

• تنهنجو دماغ بہ يو- ايس- ايس- آر وانگر ٽٽڪي پيو آهي!

• پڳل آئيـني جي پورِ ڇو ڪَني ڪري رهيو آهين؟ هان، وٺ هي آئينو، جو صدين کان سچو ۽ صاف آهي ۽ جنهن ۾ تون اڄ بہ پنهنجو چهرو ڏسي سگهين ٿو.

- جيـڪـو بہ فـرينچ انقـلاب جو شـيدائـي آهـي، اُن ڪـان وڌيڪ خونخوار درندو ٿي نہ ٿو سگهي.
- وِڇونُ پنـهنجـيءَ فطـرت ڪـان باز آيـو تـہ ڪـائـنـات بدلجي ويندي!
- محمود غزنوي جڏهن مري رهيو هو تڏهن هُن موت ڪان بہ ڏينهن اڳ ۾ حڪم ڏنو: ”منهنجي سامهون اُهي هيرا آڻي رکو جي مون سومنات مان آندا ها.“ ٻي ڏينهن هو حسرت مان هيرا ڏسندو رهيو، جيستائين هن جون اکيون اُجهامي ويون پر هيرا اجآ ٻرندا رهيا.
- مون کي ڏاکڻ ڪري چوٽيءَ تي پهتين ۽ پوءِ مونکي لت هٽي ڏکي چِڏيئہ، ڇو تہ توکي منهنجي ضرورت نہ هئي. هاڻي توکي زمين تي لهڻ لاءِ مٿان ٽپو ڏئي خودڪشي ڪرڻي پوندي!
- دنيا ۾ جي سياستدان نہ هجن ها تہ دنيا رهائش لاءِ بهتر جڳهہ هجي ها!
- ادب کي انقلابي سياست جو ذريعو نہ بڻايو. ادب پنهنجيءَ جاءِ تي انقلاب آهي.
- اي اديبو! سياست کان ائين ڊڄو، جيئن ڪُتي ڪاڏل پاڻيءَ کان ڊڄندو آهي.
- هٽلر تہ مري سگهي ٿو، پر گوئبلز ۽ گوئرنگ نہ مرڻا آهن.

- اي ديس! مان توکان عمر جي بيک نہ مڱندس! ڪير ڄاڻي تہ تقدير ۾ ڇا آهي ۽ ڪنهنجي عمر ڪنهن کان وڏي آهي!
- ماڻهوءَ جي ٻچي کان ڪُتيءَ جو ٻچو وڌيڪ وفادار آهي.
- هي ڪتو ڪيترو خطرناڪ ٿو لڳي؟ پر مالڪ جي هٿ ۾ گوشت ٽڪرو ڏسي ڪيئن نہ پُڇ ٿو لوڏي ۽ هن جا پير چَٽي!
- ڪنهن هِلِ کان پڇيو اَٿي تہ ڇيڇڙن ۾ ڪيترو مزو آهي؟
- ٻلو تہ ڇيڇڙن جو خواب لهندو آهي پر جڏهن ڇيڇڙا ٻِلي جا خواب لهندا آهن تڏهن ان کي جمهوريت چئبو آهي!
- شينهن پنهنجو حصو ڪٽندو، پوءِ شينهن آمر هجي يا جمهوري نمائيندو.
- ڇا پيرن کان بہ ڪنهن پڇيو آهي تہ اوهان هن وَڻ ۾ رهڻ چاهيو ٿا يا نہ؟ پکين جي بہ ڳالهہ آهي.
- تون بازن جا پَر تہ ڪترينڊو رهيو آهين پر پنهنجين اکين جو خير ڪڏهن نہ سوچيو اَٿي!
- دوستيءَ جو پکي فقط هڪ پَرَ تي اڏامندو آهي، ٻي پَر جو فقط ڏسندڙ کي گمان هوندو آهي.
- آخر ۾ انسان کي، جي هو خوشنصيب آهي، فقط پنهنجو خاندان ڪم ٿو اچي.

- تون پٿر آهين، ڪاٺ آهين، تجربي ڪار آهين. نـ تو ۾ جذبو، نـ احساس، نـ دل آهي. سياست ۾ ڇو نـ ٿو وڃين؟
- ڇا ڇِتو ڪُتو چوڪيداري ڪري سگهندو آهي؟ هوُ تہ پنهنجي پرائي کي کائيندو آهي؟
- ان کان ڪوئي وڏو گناهہ نـ آهي تہ ڪنهن جي اعتماد کي ضرب پهچائي وڃي.
- جي تون روئندو ناهين تہ پهريون ٻُجو گهَرڙي انقلابي سياست جي مُنهن ۾ ڏي!
- ڇا هي تُنهنجا مسئلا سُلجهائي سگهندا؟ هَي ڪميڻا سياستدان جي پاڻ خود هڪ مسئلو آهِن، جو صدين کان اُلجهيل آهي.
- مان هڪ ننڍي قوم جو فرد آهيان، توڙي مونکي پنهنجي انفراديت، ثقافت، معاشي مسئلا، مطلب تہ پنهنجي الڳ قوميت آهي. تون ڏاڍو آهين ۽ منهنجي قوميت کان انڪار ڪري رهيو آهين ۽ مان اُن وقت جو انتظار ڪري رهيو آهيان، جڏهن تنهنجي پنهنجي قوم ابابيل ٿي اُيرندي ۽ توکي پٿريون هٽي پورو ڪري ڇڏيندي ۽ تنهنجي اکين ۾ اينٽريون تہ ڪنڪريون پئجي وينديون جو تون اهي مون ڏانهن ڪٽي بہ نہ سگهندين!

- عوام! عوام! عوام! ڪنهنجو عوام؟ ڪهڙو عوام؟ پاڪستاني عوام جي ذهنيت جرمنيءَ جي نيو فاشزم کان وڌيڪ فاشي آهي، اُهي ته اسپين ۽ پورچوگال ۾ انتها پسندن ۽ فرانس، يونان ۽ برٽن جي ساڄي ڌر کان به اُتر گهُرن! باقي رهيا سنڌي. ڇا اُهي به عوام آهن؟ اهي ته ڪيڙا، ماڪوڙا آهن. ها، ائين آهي ته ماڪوڙا جڏهن ڪروڙن ۾ ڪنا ٿيندا آهن ته اهي ڪنهن ماڻهوءَ تي ماس نه ڇڏيندا آهن ۽ وستيون ويران ٿي وينديون آهن.
- اڄ زرينا خريداري ڪري موٽي. ڇپائين چام صادق عليءَ جي بنگليٰ وٽان لنگهيا سين، فقط ڪانوَ پئي لَنويا. مان ڪيس ڇيو ته پن ٽن ڏينهن کان پوءِ اهي به لنوي لنوي ٿڪجي پوندا! چڱو جو اهي نه سياستدان آهن، نه صحافي، نه ته هن وقت تائين بيٺا وڻ وڄي وسائن ها!
- تون انساني عقل تي وڏو ڀروسو رکي وينو آهين ۽ 'موسيٰ کان مارڪس تائين' ڪتاب پڙهين ٿو. توکي اها خبر نه هُئي ته سوويت يونين ۷۵ سال به ڏک نه جهليندي ۽ تنهنجا اهي مارڪسواد تي ڪتاب پساريءَ جي ڪم جا به نه رهندا جو اُنهن مان پُڙيون ٻڌي سگهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته تون ڪتابي ڪوئو آهين ۽ اڃا اُنهن کي چٻاڙي رهيو آهين.

- هي سڀ سياستدان شطرنج جا مُهرا آهن ۽ انهن کي شڪست ڏئي جڏهن هٽايو وڃي ٿو تڏهن هو ائين لڳن ٿا ڄڻ اِهي بساط تي هيا ئي ڪونه!
- ڪامياب سياستدان اُهو آهي جو مُنهن تي ڪوڙ ڳالهائي ۽ ڦِڪو نه ٿئي.
- اسٽالن کي ساريءَ انسانذات تي رحم ايندو هو، پر پنهنجيءَ ڌيءَ سِيوتلينا کي گاريون ڏنائين جي هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکيون آهن.
- صحيح معنيٰ ۾ ڪميونسٽ اُهو آهي جو پنهنجي گريبان ۾ مُنهن وجهي نه ڏسي ۽ ٻڳو ٻئي جو چاڪِ گريبان ڏسي.
- تون جو دوست ٿي پُٺيءَ ۾ ڇُرو ٿو هڻين. توکان ته هو دشمن چڱو هو، جو ڇاتيءَ ڏانهن ڇُرو اُپو ڪندو هو!
- اي سنڌ! تون منهنجا محاورا ڪڏهن سمجهندينءَ؟ يا تون اهو نه ٿي سمجهين ته مون کي ڪوئي پيغام به آهي!
- پُٽ کان پُٺتي ڏسندين ته اڳتي کان اڳتي ويندين.
- منگل پانڊيءَ جي رائيفل مان گوليءَ جي نڪتل سرڙاٽ کان نه ڊڄ، گانڌيءَ جي مون ورت کان ڊڄ!
- جوڊاس! مان توکي تنهنجي نرم گفتگوءَ مان سڃاڻان. مان ڄاڻان ٿو ته تون جاسوس آهين پر مون توکي

ڇيڪ ڇڏي ڏنو آهي، ڇو تہ مان ڄاڻان ٿو تہ صليب
ڪانسواءِ منهنجي تقدير جي تڪميل ناممڪن آهي.

- مُند ٿِي، مندبل وَسيا، اي ميگهہ دوتَ!
مان اڃا تائين تنهنجي واٽ نهاري رهيو آهيان!
- حضرت نوح عليہ السلام هڪ ساهواري کي چيو تہ
'تيز بارش پئجي رهي آهي. سمنڊ جوش ۾ آهي ۽
طوفان اچي ويو آهي. تون جلدئي منهنجي ٻيڙيءَ ۾
سوار ٿين تہ چڱو!"
"نہ" انهيءَ ساهواري جواب ڏنو "مان تنهنجي ٻيڙيءَ
۾ سوار نہ ٿيندس. جي مان پاڻ تري پارِ وڃي نہ ٿو
سگهان تہ پوءِ عزتِ نفس ان ۾ آهي تہ ٻُڏي مران!"
- جي نوح جي ٻيڙي ۾ ڪوئي عرب هجي ها تہ تلور
جو نسل نہ بچي ها!
- ڪُنو مري ويو ۽ ڇڇڙُ هن ڪان ڪَن ۾ پُڇي رهيو آهي
"مون کي ڪنهن جي آسري تو ڇڏي وڃين؟"
- ڇيڇڙا ٻليءَ جا خواب لهي رهيا آهن!
- مون هن کي ڏسي چيو: "تون ايڏو اڪيلو بوٿ آهين، جو
ڪنهن وقت تنهنجون ٻي جان اڪيون پٽيل رهجي وينديون!"
- ڇا توکي موت کانِ پوءِ معاف ڪريان؟
ڇو نہ؟؟ منهنجو جهيڙو تنهنجي جيءَ سان هو، تنهنجي

لاش سان تہ نہ آهي.

- ”ٻَگا ڏار، اُڏاڻا ڳيرا“

هاڻي ڳيرا آزاد هوا ۾ آهن. ڪهڙي نہ خوش نصيبي!

- هُن ساري زندگي اهو سوچيو تہ هُن سان هيئن ۽ هِن سان هونءَ پلئہ ڪندس. هُن اِهو ڪڏهن نہ سوچيو تہ موت سان پلئہ ڪيئَن ڪندس!
- تو سچي عمر سازش ۾ گذاري آهي، ميڪاولي بہ ايڏي سازش ڪري ٿڪجي پوي ها، پر تہ هو تو وانگر دهريو نہ هو.
- گوئبلز! ڇا هيءَ اخبار تنهنجي مُنهن ۾ ٻُجو نہ ڏئي رهي آهي؟
- تون سياستدان آهين نہ؟

مان توکي ساڳي ڳالهہ چوڻ ٿو چاهيان جا والٽيئر موت جي بستري تي پادريءَ کي چئي هئي:

”هَٽُ! مون کي آرام سان مرڻ ڏي!!“

- ڇا سنڌ ۾ ڪنهن کي ايتري جرئت آهي جو علي الاعلان چئي سگهي تہ ’ڪير ڪير سنڌي آهن؟‘
- مون تاشقند ۾ سنڌورقي ڏٺا ها، جن جا وڏا سنڌ مان ويا ها. هڪ چيو هو تہ:

”اسان جا وڏا چوندا ها تہ سنڌ سوني آهي“ مون هن کي چيو تہ ”علم ڪيميا جي ڄاڻ رکندڙ ٽامي کي سون، سون کي ٽامو بڻائي سگهندا آهن. هاڻي

سنڌ سوني نہ آهي. ٽامٽي هٽي وئي آهي."

- چون ٿا تہ جهنگ سيال ۾ رانجهو هير کي ڇڏي ڀڄي وڃي ها تہ بچي وڃي ها پر ڇا رانجهوءَ جي اهڙيءَ زندگيءَ کي ڪا معنيٰ ٿي سگهي ها؟ اها زندگي تہ خودڪشيءَ کان بہ بُري هجي ها!
ها، پر تون رانجهو نہ آهين!!
- تون انقلابي آهين؟ تون پنهنجي طبيعت ۾ کهڙو انقلاب آندو آهي؟ تون جو پنهنجي آپ- سُوارٿ، ڪُڌائيءَ ۽ نيچ پائيءَ مان آجڪائي نہ پائي سگهيو آهي؟ تون جو اُهو هر ڪوڙ اختيار ڪرڻ ٿو جو تنهنجي فرضي سچ جو ذريعو ٿي سگهي، جينوٽيڪ اهو ڪوڙ توکي توڙ تائين نہ ٿو پهچائي، رڳو توکي مُنهن ۾ ڇائِي ٿو وجهي. جڏهن جمهوريت پسند اليگزينڊر هرزن جو تو پاري انقلابيءَ سان اختلاف ٿيو تہ هن توکي انقلابي شهوت جو بادفرنگ ڪوٺيو هو. هرزن جا اُهي همعصر جن کي پوءِ بالشيوڪ سڏيو ويو، اهو بہ وساري وينا ها تہ جمهوريت پسنديءَ سبب، هرزن کي زار ديس بدر ڪيو هو. تون انقلاب جيَ ڪفن جو ڪيڙو آهين، تون جو پاڻ کي جديد دنيا ۽ ان جي فڪر جو نمائيندو سڏي رهيو آهين، رڳو اهو شيشي جو پُتُر آهين جو اجا تائين لينن جي لاش تي رکيو آهي، جنهن کي ڪنهن وقت

ڪريملن مان ڪڏهن ڦٽي ڪندا؟ ڇا تون جيفرسن جي آزاديءَ جي پڌرنامي جي حمايت ڪرين ٿو ۽ والٽ وٽمئن جي شاعري اُتم سمجهين ٿو؟ نہ، تون در پردي اهڙا ڪميونسٽ پڌرنامي جو حمايتي آهين، جنهن تي تون پنائيءَ جو شعر ڪعبي جي غلاف وانگر چاڙهي، سنڌ جي عوام کي بيوقوف بڻائي رهيو آهين ۽ جو تنهنجي ترقي پسنديءَ (جنهن کان وڌيڪ جديد دنيا ۾ ڪائي دقيانوسي ڳالهہ نہ آهي) جي چار ۾ نہ ٿو ڦاسي، مون کي انا پرست ڪوٺين ٿو ۽ ائين ٿو سمجهين تہ تنهنجو انڌو وشواس جڳ لاءِ ڪوئي فانوس آهي. انڌوشواسي انقلابيءَ جهڙو خطرناڪ جيوڙو ٻيو ڪوبہ ناهي. تنهنجو ساٿ ڪوڙهئي جو ساٿ آهي ۽ جي مان تنهنجي ڪوڙهئي هٿ سان پنهنجو هٿ ملائڻ نہ ٿو چاهيان تہ تون ان کي ڪَپڻ ٿو چاهين، جيئن اهو قلم کي نہ جهلي سگهي.

تون معاشيات جا بہ اکر پڙهي، پاڻ کي جديد علم جو ڄاڻو ٿو سمجهين ۽ ڪميونزم جي باسي بکواسَ دسترخوان ۾ ڍَڪي پيش ڪري رهيو آهين. نہ، مون تنهنجي انقلاب کي واري چڙهيو آهي، اُهو گٽر جو فلسفو آهي. گٽر جو هاڻي فقط گندي نالي وچي رهيو آهي. پر ڇا ڪجي، هڪ ڪافر جو تعصب

مومن جي تعصب کان بہ وڌيڪ پايدار ٿيندو آهي ۽ ڪافر اُن جي بچاوَ ۾ مومن کان بہ وڌيڪ محنت ڪندو آهي. دراصل ٺو ۾ انا آهي، جنهن تي ٺو سماجي ڍاڪڻون رکيو آهي.

مان ٺہ سينٽ جان پرسي (St: John Perse) وانگر چوان ٿو:

"And it is enough for poet to be the guilty conscience of his time"

ترجمو: اهو شاعر لاءِ ڪافي آهي تہ پنهنجي دؤر جو مجرم ضمير ٿئي).

- سياستدان، جي دانشور بہ آهي تہ هن جي دنيا ڪجهہ ماضيءَ جي تاريخ آهي ڪجهہ حال ۾ هُل هنگامو آهي ۽ ڪجهہ پنهنجيءَ يا اُڌاري عينڪ مان مستقبل جو ديدار آهي، جنهن ۾ هن جي نظر جو فريب ڪيترو شامل آهي، اهو مستقبل ئي ٻُڌائي سگهي ٿو. شاعر جي اڱيان ازل کان ابد تائين وسيع ميدان ڦهليل آهي ۽ هن جي اکين کي ڪنهن بہ عينڪ جي ضرورت نہ آهي. هن جي ديد ڇِٽي آهي تہ هو دُور دُور تائين ڏسي سگهي ٿو. فقط عقل جا انڌا سياستدان هن کي نابين سمجهن ٿا ۽ پنهنجيءَ بينائيءَ تي تڏن ٿا، پر جڏهن کان هنن جي عينڪ پيجي پئي آهي تڏهن کان اهڙا معذور تَرين شخص مون پيا نہ ڏٺا آهن.

- اي سنڌيو! ڇا اوهان ڄاڻو ٿا تہ غلام قادر روهيلو ڪير هو؟ ڇا اوهان اهو ڄاڻو ٿا تہ هن جڏهن خنجر جي نوڪ سان شاهہ عالم جون اکيون ڪڍيون هيون ۽ حرم جون نازنينون بي عزت ڪيون هيون تڏهن مستقبل آڏواڻيءَ ۽ هن جي ٻي جي پي جي انتظار ۾ هو؟
- شاهجهان چرچي ۾ چوندو هو تہ :

" پوربو شيراز- مملڪتِ ماست ؟

شاهجان ڪي اها خبر نہ هئي تہ پوربو سنڌيءَ ۾ ڇا ڪي چئبو آهي ۽ نہ وري شيخ مجيب ڪي اها خبر هئي!
- هو اڄ مون وٽ آيو هو، جو اڄا تائين پاڻ ڪي بالشيوڪ سڏائيندو آهي. مون هن ڪي چيو تہ تون جو هوچي منہ تي ڪُڏين ٿو ڇڻ تون ويتنامي آهين ۽ اڄا انهيءَ آدرش ڪي ڇُهتيو پيو آهين، جنهن جا تاريخ ڏاجوڙا * ڪڍي وڌا آهن، ڇا توڪي اها خبر آهي تہ پي ايَ اين ڪلب جو هڪ حصو ويتنام جي شاعرن، اديبن،مضمون نگارن ۽ ناول نويسن جو آهي، جنهن ۾ ويتنام ڪان ٻاهر رهندڙ چار سؤ اديب آهن ۽ انهن هڪ بيان ڪڍيو آهي تہ ويتنام جي سرڪار ڪي اهي ۽ ٻيا سڀ اديب ۽ دانشور آزاد ڪرڻ گهرجن، جي اُتي قيد ۾ آهن؟ پي اي اين ڪلب جي هڪ آفيسر چيو تہ اُتي چار سئو اديب بند ۾ آهن، جن مان ڪي چوڏهن سالن ڪان آهن، ان بيان

۾ ويٽنام سرڪار ڪي اهي ڪارا قانون رد ڪرڻ لاءِ چيـو ويو، جن دانشـور جي آزاديءَ تي پابندي رکي آهي. ڇا تون چاهين ٿو ماڻهوءَ کي مانيءَ ڳپو آڇي هن ڪان هُن جو روح ڪسيو وڃي؟ انهيءَ بيان کي رد به نه ڏنو ويو آهي ۽ پئرس ۾ ويٽنام جو پريس اتاشي اُتان جي ڪنهن به صحافيءَ سان نه مليو آهي.

مون مٿين ڳالهه پنهنجي ۱۹۹۰ع جي ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪري ڇڏي هئي، ۱۹۹۱ع ۾ روس ۾ ڪميـونزم اڏامي وئي. ڇا مينڊالسٽام، اساڪ بيبل ۽ ٻين شاعرن ۽ اديبن جي ساڳي حـالـت نه ڪئي وئي هئي جا ويٽنام ۾ اديبن جي ڪئي وئي آهي؟ تون اهي ڪانوَ جا ڪنپ پائي، مورَ وانگر ڇو ٿـو ٽِڏين ۽ سنڌ جا مسئلا، سنڌ جي ڌرتيءَ جي حساب سان حل ڇو نه ٿو ڪرين؟ آلفريڊ ائڊلر هڪ ڀيري چيو هو ته: ”اهو مذهبي اصول آهي ته هر ڪو ئي پنهنجي پاڙيسريءَ سان ائين پيار ڪري، جيئن پاڻ سان ڪري ٿو. ٻه ٽي سئو سالن ۾ اهو اُصول انسان ذات لاءِ ائين فطري لڳندو، جيئن ساهه کڻڻ يا اُڀو ٿي گهمڻ هن لاءِ فطري آهي ۽ جيڪو اها ڳالهه نٿو سمجهي سگهي، ان جو ناس ٿيڻ اَوَس آهي“

اها اڳڪٿي روس ۽ مشرقي يورپ ۾ ته پوري ٿي. ٻي هنڌ به پوري ٿيندي. جي تون انسان ذات جو خير

خواهہ آهين تہ مون تي اها پابندي نہ رک تہ هي لک يا هُو لک. ڇڏ تہ مان پنهنجو ضمير ٽيان، پنهنجي تجربي مان سکان ۽ اهو لکي سگهان جو مون اُن مان پرايو آهي. ڇا تون چاهين ٿو تہ تون پنهنجي دشمن کان وڌيڪ متعصب آهين ۽ پنهنجن ويچارن جو پرچار هن کان وڌيڪ تعصب سان ڪري رهيو آهين؟ آزادي، مانيءَ جي پنڊيءَ کان وڌيڪ معنيٰ ٿي رکي ڇو تہ اُها اُنهيءَ کُليءَ هوا وانگر آهي، جنهن مان تون ساهہ کڻين ٿو. مانيءَ کان سواءِ تون ڪجهہ وقت تہ جي سگهندين، آزاديءَ کان سوا هڪ پل بہ جي نہ سگهندين.

- هن کي خون جو زبردست فشار بہ آهي ۽ ٻي بہ ڪائي خطرناڪ بيماري آهي، جا هن کي کائي رهي آهي ۽ موت هن جي پنيان هن کي ڪڏ ۾ ڏکي ڏيڻ لاءِ هٿ وڌائي رهيو آهي. پو بہ هو پنهنجي ڪُڏائي ۽ اوچائي کان نہ رڳو باز نٿو اچي پر ڏينهون ڏينهن هن جو نيچپٽو وڌي رهيو آهي. واڳو بہ مرندا آهن تہ اس ۾ ليٽي پوندا آهن ۽ ڪنهن تي حملو نہ ڪندا آهن پر تو "تيشني ڪُتا" ڏٺا آهن؟ اهو نالو انهيءَ ڪُتي کي ڏنو ويندو آهي، جنهن کي ريلوي اسٽيشن جي ٻاهران ڪائي جيپ يا ٻي سواري پنهنجي ڦيٽي، هيٺان چيپاٽي هن جي چيلهہ ڀڄي وجهندي آهي ۽

هو باقي عمر ڪنهن هوٽل تان ڦٽي ڪيل هڏا، اڳين ٽنگن تي رڙهي، پَٽ تان ڪٽندو آهي پر پوءِ به هُن ۾ پئونڪ ڪان وڏيڪ ڪيڪڙات هوندا آهن. ڇا هُن لاءِ انهيءَ ڪُتي ڪان بهتر تشبيهه ٿي سگهي ٿي؟

- ڪسيءَ جا ڪپڙا! تون ته ڪاربهر جي ڏِک ڏئي رهيو آهين؟ ڪڏهن ٿو جهاڙو ڦري ۽ تون گٽر ۾ وَهي وڃين؟
- تون پاڻ کي يلي سقراط چَرءُ ، پر آنءُ چو هيملاڪ توتي اَجائي وڃايان! آنءُ اهڙو اياڻو نه آهيان!
- سِنڌ! توتي ڪَنورَ جي پِٽَ آهي، تون ڪڏهن به سَئِن نه ٿيندينءَ؟
- نائون مل کي غدار چوڻ وارا ! توکي خدا دماغ ڏنو به آهي يا نه؟ ڇا تون خود نائون مل جي پيروي نه ڪري رهيو آهينءَ؟
- سنڌي ماڻهوءَ جو وڏي ۾ وڏو مرض ڪچهري آهي جو سندس سنڌ سُڪائي ٿو وجهي.
- سج نئينگ تي اُپري رهيو آهي. دادوءَ جا شهر! تون ڪڏهن پنهنجي آرسَ مان جاڳندين؟
- ڇا ساڳيو ديس بُلهي شاهه ۽ جنرل ضياءُالحق کي پيدا ڪري سگهندو آهي؟
- هُن ڳالهه ته جمهوريت جي ٿي ڪئي پر صحيح فقط پاڻ کي پئي سمجهيو!
- عمران خان جو عالمي ڪپ جام- جم کي شڪست

ڏئي ويو آهي.

- گـروءَ چيـلي کي چيـو، ”مـون توکـي واٽ ڏيـکاري آهي، ان ڪري منهنجو توتي اڌيـڪار آهي“ چيلي جواب ڏنو، ”پر تو واري واٽ تـہ مون کي اونهيءَ کڏ تائين وٺي آئي آهي. تـون ان ۾ هـاٿي ٽـپـو ڏي. جي بچي وئين ۽ تنهنجون ٽنگون نـہ ڀڳيون تـہ مان تنهنجي کڏ ٽپو ڏيندس.“
- جي توکي پتـو پئجي ويـو آهي تـہ گـرو خود ڪـنهـن دئـيت جو چيـلو آهي، تـہ بهـتـر آهي تـہ تـون هـن جي گـڏهـہ جي پُـنـتـان لـهي پـءُ ۽ هُـن کي ڇڏي ڏي تـہ هـو گڏهـہ تي هلندو هلي.
- تـون دوسـتـو وسـڪـيءَ جو اُهـو ڪـردار پڙهـيـو آهـي جيـڪـو سـاٿين هٿان سـارو شـهر تـبـاهـہ ڪـرائي پاڻ، ريل تي چڙهي، ڪلندو هـليـو ويـو هـو. سـازشـي! ڇا تون سمجهين ٿو تـہ مان تو کي نـہ ٿو سڃاڻان؟
- هـو ڪـهڙو بادشـاهـہ/ راجا هـو، جنهن مـهمـان لاءِ وڏو مـحل نـهـرائي، اُن جي بـنـيـاد ۾ لـوڻ وجهـايـو هـو ۽ جڏهن هن جو مهمان اُتي اچي ٽڪيو هو، تڏهن پاڻي هارائي هُـن لوڻ وارا بنياد ڳارائي وڌا ها ۽ محل اچي پٽ تي ڪـريو هـو ۽ مهمان دٻجي ويو هـو. اي هندستان جا ڪميونسٽ ! ڇا تون پنهنجيءَ تاريخ مان سبق نـہ سکيو آهين.

- تاشقند ۾ هاڻي تيمور لنگ کي پنهنجي قوم جو هيرو سمجهي رهيا آهن ۽ لينن کي رد ڪري ڇڏيو اٿائون؟ اي اسلامي اخوت جا هندي طلبگار! ڇا تون به ائين ٿو سمجهين؟ ڇا توکان اهي مينار وسري ويا آهن جي مسلمانن جا ڪنڌ ڪپي ٺاهيا ويا ها!
- موت جا سوداگر! زندگيءَ جي واپاريءَ جي ڏيک ڏئي رهيو آهين؟
- استالن، انڌا آدرشي! نسبتن کي نظرين جي تابع ٿو ڪرين!
- سڪندر موٽي ويو، ڪانءُ اجا آب حيات تي وينو آهي.
- ڇا آزاديءَ لاءِ خوني انقلاب ضروري آهي؟
- جي توکي پنهنجي ٻولي پياري آهي ته هُن کي به پياري هوندي.
- لومڙ بگهڙ کان خراب ٿيندو آهي. بگهڙ سڌو حملو ته ڪندو آهي!
- ڇتني ڪُتي جي ڪِڱَ ڏسي عرفي جي غلطيءَ جو احساس ٿو ٿئي.
- هن اخبار جي ڪالم ۾ ڪُتي جي ڪِڱَ وهي رهي آهي؟ ڇاهي ڪُتو ڇتو ٿي پيو آهي؟ هي مون کي چڪ به ته نه ٿو پائي، رڳو هوا جي جهوٽي تي پونڪي رهيو آهي، جڻ چئي رهيو آهي، ”تو ايڏي سرهاڻ ڇو ڪَني ڪئي آهي جا منهنجي مٿي ۾ سور وجهي رهي آهي؟“

- ڇا آمريڪا اينتري خراب آهي؟

آمريڪا ايمرسن، ٿارو ۽ والٽ وٽمئن پيدا ڪيا ۽ دنيا کي نازي جرمنيءَ، فاشي اٽليءَ ۽ هيرو هٽو جي جاپان مان جندُ ڇڏائي! ڇا اها روس کان به خراب آهي، جنهن ۾ سوين اديب ماريا ويا، گدام آرٽسٽن جي شهڪارن سان پُريا ويا ۽ جو ڪنهن وقت زار جي امپيريلزم جو نئون روپ هو، پر هاڻي ٽُٽي، آمريڪا جي پيرن ۾ ڪريو آهي ۽ ليلڙاٽيون ڪري بيک مڱي رهيو آهي؟

اي پاڪستان جا جعلي ترقي پسندؤ! اوهان کي آمريڪا جي نفرت تي پاليو ويو آهي ۽ اُها نفرت ائين آهي، جيئن وش ڪنيا ۾ زهر هوندي هئي.

- توکي ڏسي مون کي آواڳون ۾ اعتبار اچي ويو آهي، ڇو ته تون انسان جي روپ ۾ نانگُ آهين.
- تنهنجي ساري رفاقت اُنهيءَ گهاٽي گاهه وانگر هُئي، جنهن ۾ نانگ لڪو وينو هو ۽ جڏهن اُن تي منهنجي لت آئي ته ڪَڪيائين.
- سَڪار! اَؤ ڇا! تو نه رڳو دوست سان ڪوڙ ڳالهايو آهي پر پاڻ سان به سڄي عمر ڪوڙ ڳالهايو آهي ۽ ان کي سچ سمجهو آهي.
- ڳاڙهو رَت جو رنگ آهي؟ خوني! ڇا ان ڪري توکي اهو پسند آهي يا ان ڪري جو اهو باک جو رنگ

آهي؟ ڇا ڪوئي خوني بہ باک جو ڳولائو هوندو آهي؟ هو تہ رات جي انڌيري ۾ لڪندو آهي ۽ چنڊ جي فانوس تي بہ ڪاوڙبو آهي.

- دنيا ۾ داس ڪئپيٽل سيپني کان وڌيڪ بور ڪتاب نہ آهي، ڪجهہ پيا ڪتاب بہ آهن.
- حضرت عيسيٰ عليہ السلام حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت محمدﷺ کي تہ ١٥ سو سالن کان وڌي بہ ٽي هزار سالن کان مٿي عرصو نہ ٿيو آهي، جي بحرميت جا مڪتوب (Dead Sea Scrolls) خيال ۾ نہ رکيا وڃن. ڪرشن، ٻڌ، مهاوير تہ گهٽو اڳي ٿيا آهن. بہ ملين جيني اڃا آهن، جن جي گهڻائي بمبئيءَ ۾ آهي. هي ڪميونزم ٧٥ سالن ۾ ڪيئن گول چڪر ڏئي معدوم ٿي وئي؟ اها بہ تہ هڪ مذهب هئي! اسلام ۾ پنج وقت بانگ ڏئي رسول خدا جي ياد ڏيارن ٿا پر ماسڪو ۾ تہ هر پنجاهہ قدمن تي مارڪس، لينن جا بت انهيءَ مذهب جي ياد ڏياريندا ها، مذهب جو عيسائيت کي نيست و نابود ڪري وجود ۾ آيو هو ۽ جنهن جو بنياد دهريت تي رکيو ويو هو. ووڊڪا، جنس پرستي، خاندان ۽ خدا کان نفرت ان جي شروعات هئي. ١٩١٧ع ۽ ١٩٤٢ع ۾ لينن گراڊ ۾ ماڻهن بک وگهي مُردا کاڌا ۽ پوءِ وقت ضرورت، پنهنجي غصي ۾ يا اقتدار جي هوس ۾

اهڙي گوشت کي حلال سمجهندا رهيا. جڏهن خوف ئي نہ رهيو، خدا جو يا ٻئي جهان جو، تہ پو رحم ڇا لاءِ؟ آهي ڪو ئي فلسفو جو اِن جو جواب ڏئي؟

- نفرت! نفرت! نفرت! نفرت دنيا کي آگ جئن وچڙي چُڪي آهي. ساري دنيا نڪورا ڪارا باخ جيان ٿي چُڪي آهي، جتي آرميني ۽ آذري وڙهي رهيا آهن. ائين جيئن هڪ تتر ٻئي تتر جي جوءِ تي ايندو آهي تہ اُهي پاڻ ۾ وڙهندا آهن. هرڪو پاڻ کي موت جو فرشتو ٿو سمجهي ۽ ان تي فخر ڪري ٿو. هُن کي ڪلاشنڪوف ائين ٻَڪ ۾ آهي، جيئن مگينديءَ ٻڪ ۾ هجي. انجيل ۾ ڪٿي چيو ويو آهي تہ: "پيار ڪافي وقت پيڙا سهي ٿو. پيار رحمدل آهي."
- سائنس تباهي آهي، جي اُن ۾ انسانيت نہ آهي، گلف واري جنگ ان جو ثبوت آهي. اڄ ڪلهہ ڏاڍو گابو نہ آهي، ڏاڍو ڏاند آهي، جنهن جا سنگ اسٽنگر ميزائيل آهن.
- اسرافيل پنهنجي صور ڦوڪي رهيو آهي جنا رڳو مان ۽ ڪارونجهر ٻُڌي رهيا آهيون.
- قدم گونجي رهيا آهن، قدم گونجي رهيا آهن، دور تي قدم گونجي رهيا آهن. جاڳندو رهہ، جيئن مهمان جو آذر ڀاءُ ڪري سگهين.
- دودا، تون اڃا نہ ٿو جاڳين؟ قيامت جو سج نيزي

جي نوڪ تي پهچي چُڪو آهي!

- مينهنِ جا مانداڻ ڪر، ساري گهر کي باهه لڳي آهي.
- اي ويهين صدي! تو ۾ نوانوي فيصد جانور هيا ۽ هڪ فيصد انسان هيا، پر مان ڀانيان ٿو ته اهو چئي مان انسان ذات جي خوشامد ڪري رهيو آهيان!
- ٻُڌ! ٻڌ! ڪارونجهر مان آواز اچي رهيا آهن. جي اهو ڦاٽو ته تون ساري جو سارو جلي ويندين!
- تون شڪارپور ۾ منهنجو گهرُ ڳولي رهيو آهين! هي ساري سنڌ منهنجو گهر آهي، جتي صديون منهنجيءَ جُتيءَ جو آواز گونجندو رهندو.
- ديڳچي! پنهنجيءَ قوم جو پُلاءُ پچايو اٿي؟ ڪنهن کي ٿو کارائين؟
- تو ڍَڪُ هٽائي ڏٺو آه؟ مان ڀانيان ٿو ته دستگير جي ديڳ پچي وئي آهي!
- پيٽرول کي گلال ڪري ڪم آڻي رهيو آهين! ڪهڙيءَ هوليءَ لاءِ پچڪارون ٿو ڀرين؟
- تون ايڏو ڪوڙو آهين جو تنهنجي ڪُوڙ کي ايترو پختو ڪرڻ لاءِ ٻه هزار جنم لڳا هوندا.
- آدرش وادي! ڇا تنهنجي وادي ڪنهن اونهيءَ ڪڏ ۾ آهي، جتي توکي تُنهنجو آدرش ڪيرائي مارائيندو؟
- تون ته تاريخ جو سيخ ڪباب آهين پر اجان تاندن تان لٿو نه آهين.

- سـرڪاري نوسـرباز! مـان تنهنجي هر داوَ پيچ کي سمجهان ٿو.
- جرم ته هر ديوار آهي پر ڇا ديوار برلن تاريخ ۾ وڏي ۾ وڏو جرم آهي؟
- مون پوني کان ڪجهه ميل پري پهاڙيءَ تي شيوا جيءَ جو ڪوٽ ڏٺو ته مون کي ائين لڳو ڄڻ ان جي هر سرَ ڪائي ستَ سِٽي رهي آهي.
- مون گوا ۾ هڪ پورچوگيز گورنر کي اکين ۾ گهوري ڏٺــو ۽ ســوچيــو تــه ڇا بت تــراش انــهــن ۾ اهــي ڪونڪَني ڇُپائي سگهيو آهي جي هن مارايا ها؟
- اي يونيفارم ۾ گُڏا! ڇا توکان نازي جنرل وسري ويا آهن جن کي لاطيني آمريڪا مان ٻولي ٻولي گرفتار ڪري، عدالت جي سامهون آندو ويو آهي؟
- سـسي فَس! هنئي وڃ! پٿـر پاڻ ئي چاڙهيءَ تي مٿي ڌڪجي رهيو آهي.
- ڏسان ته ڪير ٿو چوي ته: ”اوهان سڀ جڪ ماري رهيا آهيو“ جيئن ايسپ هڪ پيري پڇيو: ”ڪير ٿو ٻليءَ جي ڳچيءَ ۾ گهنڊڙي ٻڌي؟“
- يسوع! جي مان وفائي صاحب وانگر حساب ڪيان ته فريسيسيءَ ۾ ٻه س ۽ ي آهي ۽ سنڌيءَ ۾ ٻه س ۽ ي آهي. ان جو نتيجو ڇا ٿيندو؟ اهو جيڪر مان وفائي صاحب کان پُڇي ڏسان!

- ڪي شخص قومي جهنڊي کي پڳ ڪري ٻڌندا آهن يا ڏيءَ جي ڏوپٽي وانگر ڏسندا آهن ، ڪي ان مان شلوار قميص ٺهرائيندا آهن، ڪي ان کي لنگوٽ ڪري ٻڌندا آهن، ڪُشتيءَ يا نوراڪُشتيءَ وقت ۽ ڪي اُن کي ٽائليٽ پيپر وانگر ڪم آڻيندا آهن. ان ڳالهہ جو ماٺوءَ ماٺوءَ تي، قوم قوم تي مدار آهي.
- سيسار سهٽيءَ کي سِير ۾ لُڙهندو ڏسي، ٿڌو ساهہ ڀري سوچيو، ”کهڙي بزدل جي ڪَڍ لڳي آهي!“
- تونَ جنهن بہ نالي سان لکين، تنهنجي هر لفظ مان تُنهنجي لاش جي سڙاند اچي رهي آهي.
- هن گهڙيءَ سان تہ نيپاءِ! تونَ وينو صدين جو سوچين!
- ”بروٽس !“ مون کي توتي غصو نہ آهي“ سيزر چيو، ”تون منهنجي ڇاتيءَ ۾ گهاءُ ڏنو آهي جو قليو پٽره ڪيو آهي؟ تون تہ مُئي کي ٿو مارين!“
- سنڌي واٽيو تہ وڃي عرش تي پهتو، سنڌي جَٽَ! تون ڌرتيءَ تي متو ڪُٽي رهيو آهين! شايد پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ڏئي رهيو آهين!
- منهنجا سياسي آدرش! مون تنهنجو ايترو انتظار ڪيو آهي، جيترو جيڪڏهن خدا جو ڪيان ها تہ ڪيئي مَلڪ فَلڪ تي پنتي چڙهي وڃان ها! تون ڪڏهن ايندين؟
- پنهنجي دماغ ۾ ان ڪان وڌيڪ هوا نہ ڀر جيتري پنهنجي

پجيرو جي ٽاير ۾ ٽو پرين!

- ڇا تون واچ جو ڪانٽو آهين جو ڦري ساڳي جاءِ تي ايندين؟ زندگي تہ قطب نما جو ڪانٽو آهي جو توکي پنهنجي توڙ تي رسائيندو.
- تون پڙهيو نہ آهين، رڳو ڪَڙهيو آهين تيل جي ڪڙهائيءَ وانگر ۽ هاڻي پنهنجا جلائي رهيو آهين!
- تون گفتگو دوران واري سان سيسر وانگر ٽُٻي ڏئي ويندو آهين.
- سنڌ جي تاريخ "چچ" سان شروع ٿئي ٿي. غداريءَ، نمڪ حراميءَ، سازش ۽ بي حيائيءَ سان.
- تاريخ جي مهڪ بہ مقناطيس وانگر ٿيندي آهي جا رڳو اُنهن کي ڇڪيندي آهي جن کي لوهہ لڳّل ۾ هوندو آهي.
- ميان تون آهين تہ بِلو پَر ورديءَ ۾ چار بِلا پائي پاڻ کي شينهن جو پُٽ سمجهي رهيو آهين.
- هر ڪوئي ڪرسيءَ تي ڊنوسار (dinossaur) لڳندو آهي.
- ڇا اڄڪلهہ بِلي ڪوئا مار جو سهارو وٺڻ لڳي آهي؟
- ماڻ اوهان کي انقلاب جي ڏينڻ مان ڪڍڻ ٿو چاهيان. دنيا ضرور بدلندي پر ان لاءِ اوهان اڳ ئي پنهنجو ۽ پرايو رت بيڪار وهائي چُڪا آهيو. هاڻي ٻي ڪا راهہ ڳولڻي آهي.

- تون مذهب، رنگ، نسل، آزاديءَ، انقلاب، مطلب ته جنهن نالي ۾ بہ انسان جو خون وهائين، تون خوني آهين. ڪنهن جي، ڪهڙي بہ نالي ۾ رتوڇاڻ ڪرڻ نيڪ نہ آهي. انسان جي خون کان مقدس ڪائي شيءِ نہ آهي، جي ائين نہ هجي ها تہ سڀ انسان آدمخور هجن ها. مان تہ چوان ٿو تہ ساري زندگي مقدس آهي، پوءِ اُها انسان جي هجي يا ٻي جاندار جي. تنهن جي گلي تي بہ ڇُري نہ وهاءِ! مون کي ائين ٿو لڳي تہ تون ڪائنات کي تڪبير ڏئي رهيو آهين. ان جون ٻولڙيون ٻڌي فرشتا حيرت ۾ اچي ويندا هوندا ۽ سوچيندا هوندا تہ ڌرتيءَ جا فرشتا ڪيترا نہ پيارا آهن، اسان کي خدا بهشت ۾ قيد ڇو ڪيو آهي!
- مان جڏهن بہ هن جي دڪان تي ويو آهيان تہ سيٺ ڪائونٽر تي ويٺو هوندو آهي. مون کي جيترا ڪپڙا خريد ڪرڻا هوندا آهن، هڪ وقت ئي اڌ ڪلاڪ ۾ خريد ڪري ونندو آهيان. جڏهن هن کي بل ڏيڻ ويندو آهيان تہ مون کان اڳ چار پنج ماڻهو هن کي پندرنهن ويهہ هزار ڏئي ويندا آهن. هن جو ڪم اهو هوندو آهي تہ ڪئش ميمو ڪڍي ۽ دراز ۾ هزار هزار جا نوٽ وجهي، ۽ ڪجهہ نوٽ گراهڪن کي ڪئش ميمو تي رکي، موٽائي ڏي. هو سارو ڏينهن اهو ڪم ڪندو آهي. مون کي پوري پاڪستان جي

دولت ڏيـن تـہ هـن وانـگـر اڏ ڪـلاڪ بـہ نـہ گـذاريـان. پاڪسـتـان جهـڙو واهـيـات بـورجـوازي دنـيـا ۾ ورلـي ملندو. ائين لڳندو آهي تہ ڪنهن گڏهہ کي گهاٽي ۾ بڌو ويو آهي.

مون هڪ پيري هن کان پڇيو تہ 'وہ فيض احمد فيض کو جانتا هے' هـن جواب ڏنـو 'يہ فيج بهائی کيا کرتا هے؟'

- وڄُ ڪـڏهـن ٿـي ڪِري، ان جي آڪـيـري کـي خبـر نـہ هوندي آهي.
- توکي ان مارڪسي- ليننی ٻوليءَ کانسوا ٻي ٻولي اچي تہ اُن ۾ لکين! مون کي تہ ان مان مُئل مڇيءَ جي ڌپ اچي رهي آهي.
- ڪجهہ ڪُتن جي ڀَونڪ ٻڌي، عـرفي پنـهنجو رسـتـو ڇڏي ويندو ڇا؟
- ڪنهن چيو تہ: "تنهنجا دوست توتي ڪاوڙيا آهن." مون جوابُ ڏنو: "هو ڪاوڙيا تہ پنهنجي غلطيءَ تي آهن، رڳو مان اُن جي نشاندهي ڪيان ٿو تہ هو مون تي ڪاوڙ ڇندبن ٿا."
- احمقن جي ساٿ کان اڪيلائي هزار بار بهتر آهي.
- مـون نـاسـڪ ۾ روهـڙيءَ وانـگـر ڇُر ڏني، جنهـن مـان حـلالـي نـڪـري ٿي ويـو ۽ حـرامـي ڦـاسـي ٿـي پـيـو. سرحد جي ٻنهي طرفن مونکي اهڙا ماڻهو مليا آهن

جن جو تعداد ۾ طبيعتون ساڳيون آهن.

- سڪندر اعظم! مان به تو وانگر ذوالقرنين آهيان ۽ مون به پنهنجي مٿي جي پنهي پاسي بار ڪنيو آهي. ڪنهن وقت مونکي به تو وانگر اعظم جو خطاب ملندو.
- احمد شاهه ابداليءَ سنڌ ۾ مدد خان موڪليو. دراصل هتي جيڪو به حملو آور آيو آهي، مدد لاءِ آيو آهي.
- ائين ڇو آهي ته هر پٺائيءَ جو پيش رو قاضي قاذن ٿيندو آهي؟
- اقتصاديات جو شخصيات تي ايترو اثر نه آهي، جيترو شخصيات جو اقتصاديات تي آهي.
- مونکي جنوبي آفريقا جي ڪميونسٽ ليڊر ڪرس هاني جي قتل تي ڏاڍو افسوس آهي. جي ائين آهي ته اوهان ڪميونسٽ حڪومتن کان نفرت ڇو ٿا ڪيو جي ڪميونسٽ مخالفن کي مارائيندڙيون هيون؟
- علامه اقبال نيلِ جي ساحل کان ڪاشغر جي خاڪ تائين ڇا ڏسي رهيو آهي؟ مون کي ته هڪ ويران رستي تي لُٽيل قافلو نظر اچي رهيو آهي، جنهن جا قافلا سالار سَڀُ مري چُڪا آهن.
- وڃ، وڃ حُسني مبارڪ وَٺِ وڃ! هو توکي هر فرعون جي قبر ڏيکاريندو. تون به پنهنجي لاءِ مخروطي منارو پسند ڪر ۽ مون وٽ هي به جوتا زائد آهن،

اهي بہ اِتي رکي آءُ! مـتـان تـنـهـنجي مـوت کـان پوءِ ماٺهو اُهي توکي هٽن!

- اي اصحابِ ڪُهف! مان تہ ڪيترو وقت اڳي جاڳيو آهيان، اوهان هاڻي اُٿيا آهيو، جڏهن دنيا بدلجي وئي آهي!
- اي گهوڙي سوار! خيال ڪجانءِ تہ گهوڙي جي ٽنگ ٽِڙي، تنهنجي گردن نہ ٽوڙي وجهي!
- ڏاهپ ڪيترا ڏنپ ڏياري ٿي، ڏنپ ڪيتري ڏاهپ ڏين ٿا!
- تو اهڙا شهيد ڏٺا آهن، جي بقيد حيات هوندا آهن.
- اي شيطان صفت انسان! تون انسان صفت انسان مان ڇا چاهين!
- مراد کي احمد نگر جي جيل ۾ آفيم ڏئي مارڻ وارا اورنگزيب! توکي قدرت گهٽي وٺي ڏني هُئي؟
- جي تنهنجو مڪافاتِ عمل ۾ اعتبار نہ آهي تہ تنهنجو ٻي کهڙيءَ ڳالهہ ۾ اعتبار ٿي سگهي ٿو؟
- رِڇ ۽ ڪتي جي ويڙهہ ۾ شريڪ نہ ٿيءُ، تماشائي ٿي رَهُہ!
- اوهان جو دماغ ايترو ڌوئي صاف ڪيو ويو آهي جو اهو لانڊري ٿي پيو آهي!
- ويهين صديءَ ۾ ڊارون، فرائڊ ۽ مارڪس جي تعليم ٻي هر تعليم کان وڌيڪ اضطراب جو باعث هُئي.
- عشق ۾ 'سِسي نيزي پاندِ، اُچل تہ پہ اڌ ٿئي' ان

ڪي تہ ڪا معنيٰ آهي، سياست ۾ اها سِٽ مون کي تہ بنھہ بي معنيٰ ٿي لڳي.

- مارئي ٿيڻ سولو آهي، ڪوھہ تان ڪھڙا پرڻ ڏکيو آهي.
- ٻاٻيھي کي چو ٿو ماربن! جي اُڄ مري وئي تہ ساونڻ ڇا جي لاءِ وَسندو؟
- تنھنجو نانءُ ياد اچي ٿو تہ وات وِھہُ سان ڀرجي ٿو وڃي، تون جو ڪالھہ امرت ڪان مِنو ھئين!
- ڪھڙي ڄَٽ سان ٿو ڳالهائين؟ دفعي ڪرينس! ھي سياسي هيروئِني آهي.
- ڪيڏو ساڙ رکيو اٿئي؟ پنھنجي دوزخ جي ٻاھہ ۾ تہ اڳيئي ٿو پچربن! مان پنھنجون ٻہ ڪانيون اُن ۾ ڇا لاءِ وجھان؟
- تو اُتي ٻيلاٽين ۾ ٻَبُر ڏٺا آھن؟

سنڌ جھڙا پيارا پکي ڪٿي ڏٺا اٿي؟ تون فلوريڊا وڃي يا فيوجي ياما، توکان سنڌ نہ وسرندي.

- ھن پُست جي ڏوڏي جا گُل ڪھڙا نہ ڳاڙھا ھا! اُھي ھوا ۾ لڏي شفق جي لالاڻ سان ڇا ڳالهائي رھيا ھا!
- ميان! سوچ توکي سنڌ ۾ قبر لاءِ جاءِ بہ ملندي يا نہ؟ مان سيوھڻ ۾ تہ محمد تغلق جي قبر ڪٿي ڳولي نہ سگھيو ھوس. چون ٿا تہ ھو اُتي پوربو ويو ھو.
- ھن مون کان پڇيو ”تو ناول ’سانگھڙ‘ پڙھيو آھي جو فيروز وري ڇپايو آھي“ ؟ مون جواب ڏنو: ”مان

ناول 'رانگهڙ' ٿو لکان جو پيپلزپارٽيءَ پاران ڪنهن وقت پنجاب جو گورنر هو." هن ڪي منهنجو جواب بنهه بي معنيٰ نظر آيو ۽ مون کي هن جو سوال بنهه بي معنيٰ نظر آيو.

- ڪبيرا! هي ڪنهنجو راڳ گونجي رهيو آهي، جنهن سان ننڍي ڪنڌ جي ڪُنڌ ڪُڙڇ ٻري رهي آهي؟
- ڇا تو ۾ روح براهيمي آهي جو نمرود جي آگ سان کيڏي رهيو آهين؟
- ڪُتا ڍُونڊَ تي وڙهي رهيا آهن. ٻُلهي شاهه! تون ته پاسي ٿي بيهه! ڍونڊَ جي ڏَپ ساڙي رهي آهي.
- هَڏا به وڏي ويا آهن، ڪُتا به وڏي ويا آهن. ماڻهو دروازا بند ڪري ڪليل درين مان باهوڙ ٻُڌي رهيا آهن. ڳجهون اَجا ته آسمان ۾ آهن. اُهي ڪڏهن ٿيون لهن، ڪيئن چئجي!
- ڪنهن جو موت ڪنهن کي سڏي رهيو آهي؟
  ڪن ايترا سَرلا اَٿي جو آوازُ ٻڌي سگهين؟
  اها تنبوري جي تَڻ تَڻ ته بند ڪر!
- طوفان کان ڇو ٿو گهبرائين؟ طوفان ته تنهنجو ساٿي آهي، سَڏُ به آهي ته وَراڻي به آهي.
- اسرافيل پنهنجي صور ڦوڪي رهيو آهي پر مان ڇا ڪيان تون ته پيدائشي ٻوڙو آهين!
- * تون ٻوڙو آهين، گونگو ناهين. اسرافيل جي صور

* نوٽ: هي نظم قاضي منظر حيات فلسطين جي نالي کان ڪيترو وقت اڳي اُتاريو هو.

اڇي رهي آهي پر تون ائين نعرا هڻي رهيو آهين ڇڻ
اڳين؞ فلسطين ۾ رهيو پيو آهين!

- ڪيرڙر تان گڏُ ڇلانگ ڏيندو آهي ته ٻه سامهون واري ڇپَ ڪـي ڏيان ۾ رڪـي ڏيـنـدو آهـي. تـون تـه خلا ۾ ڇلانگ ڏئي رهيو آهين!
- سوڀي ڪان سوڀي ديرَي تائين،
مان سيني ڪي حيرت مان ٿو ڏسان!
- جيـئـن انـسـان پيـريءَ ۾ اچن ٿـا، هنن جي اندر جو ابليس اڪيون مَهٺي جاڳي اُٿي ٿو، هَوَسَ اجگر جيان وات پَٽي ٿو ۽ هو سمجهن ٿا ته سندن موت اچا پري آهي، جيـتـوڻيـڪ سندن مـوت ڪين ڏسي واڳ ڍَري ڪري ٿو. جيستائين ڪين پاڻ ڏانهن ڇڪي هڏن سوڏو رڙڪي ڇڏي! ڪيڏا نه اياڻا آهن جي پاڻ کي گهـٽـو سياڻو سمجهن ٿا ۽ زندگيءَ جي نالي ۾ موت کي وِساري ڇڏن ٿا! جي اوهان کي پيريءَ ۾ اهڙا انسان نظر اچن ته اهي نالِيءَ جا ڪيڙا سمجهو توڙي اُهي ڏِڪ فرشتي جي ڏيندا هُجن! هو برابر فرشتا آهن، پر جهنم جا.
- پيڙيءَ جي رَسي نه ڇوڙ، اڳتي اوڙاهه آهي!
- سنڌ! مـان ئي ته تنهنجي سرحـد آهيـان. مـون کـي ڪوئي اورانگهي نه ٿو سگهي.
- بال نـاڪري! هي ڇُرو تو مون کي ڇو هَنيو؟ بابر ته

مون کان چار سؤ سال اڳي هتي آيو هو؟

- رِشي ڪيش هلنديِن؟ هڪ هزار سال جو جهيڙو نبري رهيو آهي.
- ڇا سنڌ جي تاريخ آهي؟ ڇا سنڌ جي جاگرافي آهي؟ نہ، سنڌ آئون آهيان. جيستائين منهنجي شاعري زنده آهي تيستائين سنڌ کي ڪوئي مٽائي نہ ٿو سگهي.
- هر آمريت آمريءَ ۾ دفن ٿي ويندي. سنڌ جي تاريخ زنده جاويد آهي.
- سچ ڪيئي ڀيرا گهڙي وانگر درياهہ ۾ غرق ٿي چڪو آهي، پوءِ بہ تار تَرڻ وارا رات لٿي کان اڳ ڪنڌيءَ تي پهچي وڃن ٿا.
- ڇا ميهار کي ملڻ لاءِ ٻُڏڻ اَوس آهي؟
- امرتا پريتم! ڇا تنهنجو وارث شاهہ اجا قبرن وچان ٻولي رهيو آهي؟ مون کي تہ ڪجهہ ٻُڏڻ ۾ نہ ٿو اچي!
- قراۃ العين حيدر! فقط آنءُ تنهنجو آگ جو درياهہ تَري ٻي ڪنڌيءَ تي پهتو آهيان پر اتي تہ ڪجهہ بہ نظر نہ ٿو اچي! يا مون ۾ بينائي نہ رهي آهي!



مان تنهنجا کهڙا ثورا لاهي
کهڙا لاهيان؟
هي رات جي ڪاريءَ پوتيءَ ۾
ٽانڪيل
ڪروڙين ستارا،
هي چنڊ جو آئينو
جوڪائنات جي ڪنوار
بار بار ڏسي
ٿڪجي نہ ٿي ٿڪجي،
۽ جا روز
چڻ پَرٽي رات جي باک کان اڳ
تلاوَ ۾ وهنجي ٿي
۽ ساري اُفق جي لالاڻ
اُن جي چادر تي ڦهليل آهي!
هي ڪنهن سان

ان جو روز نڪاح پڙهي رهيو آهين؟
۽ تنهنجي ڏينهن جو واٺهڙيون
اِئين لڳي رهيون آهن
ڄڻ هِن جي بيوهَ ڳيءَ جي
رُخسارن تي گرم لڙڪن جون لارون آهن
جي سُڪي نہ ٿيون سُڪن!
تو ڪيڏا منهنجي دوستيءَ لاءِ
هرڻ پيدا ڪيا آهن،جي رڄ تي ڪاوڙجي
اُن جي سيني مان
تيز خنجر وانگر
پار وڃن ٿا،
۽ رنگ برنگي مور
جي پنک پکيڙي
اُنهن بادلن جي آجيان ڪن ٿا
جي خليل جبران جي دل ۾
شاعريءَ وانگر ڪارونيار ٿي اُپريا ها،
۽ جي برسڻ تي اچن ٿا
تہ لڳاتار برسندا رهن ٿا،
۽ دشت و در کي

هُن جي 'پيغمبر' وانگر
وَرسائي ڇڏن ٿا،
پوءِ اَڇو آسمان
اِئين ڇڏي وڃن ٿا،
* ڄڻ ابوالعلا معريءَ جو ضمير هو،
جو هر سَهي کي
بادل وانگر ڊوڙندو ڏسي
خوش ٿيندو هو،
۽ خوشي هن جي اشتها
ماري ڇڏيندي هئي؛
هي ٻانت ٻانت جا انسان
هن سڄي ماندڻ جي گَجَ ۾
شيشي جي ٽِڪين وانگر ٻَرن ٿا،
هي قسمين قسمين جانور
جي تون آهين
۽ جن ۾
پنهنجي گوشت تي
پاڻ کي پالي رهيو آهين

* ابوالعلا معري- عرب شاعر ۽ فلسفي جو گوشت نہ کائيندو هو.

۽ انهن کي
اُهي ڪَلون عطا ڪيون اَٿي
جيئن تاشقند جي
قالين فروش جي
ڪلهي تي قالين هوندا آهن،
جيڪي ڌرتيءَ تي وڇائي
هو خريدارن کي ڏيکاريندو آهي،
۽ رنگ رنگ جا پيا پرندا
جي اِئين اڏري رهيا آهن
جيئن پار لاهور ۾
بسنت جي ميلي تي پتنگ اڏائيندا آهن،
۽ انهن جي حياتيءَ جي ڏور
به ائين ئي تنهنجي هٿ ۾ آهي،
جيئن ٻئي ڪنهن ساهواري جي،
۽ هي اڪيچار وڻ جي
اُجهنڊي ۾
تون پکيئڙن جي آوازن سان
ائين گونجائين ٿو
جيئن سمنڊ،
ڪناري تي پهچي

پنهنجي گَرج
ڏيمي ڪري ڇڏيندو آهي
۽ ڪوڏن مان اُن جو آواز ايندو آهي،
اي خدا!
مان تنهنجا
ڪهڙا ٿورا لاهي ٿو سگهان؟
مان جو شاعر آهيان
۽ جنهن ساري زندگي
جواهر ڇڏي
تنهنجي پهراڻ ۾
پنهنجا بيت جَڙيا آهن
۽ جنهن جون وايون
گهٽائون ٿي آيون آهن
۽ تنهنجو تـَر بـَر وسايو اٿائون،
۽ جي رنگ رنگ جي هُرمچ وانگر آهن
جي هن ڌرتيءَ جي
ڏياٽيءَ ڪي آڇيا آهن؛
مون وٽ وقت تمام ٿورو آهي،
پر جو ڪجهه آهي
مون تنهجي نذر ڪيو آهي

۽ هن پيريءَ ۾ به
جڏهن منهنجي ديد
جهڪي ٿي وئي آهي،
مان ڪائنات جا پائنچا پرت سان پري رهيو آهيان
جيئن منهنجي موت ڪان پوءِ
منهنجيءَ ڪَل مان
جڏهن اُن جي جُتي ناهي وڃي
ته اُهي اُن تي
سُهڻا لڳن:
تُنهنجي سونهن هونءَ ته اپار آهي،
مان اُن ۾
اِضافو ڪهڙو ڪري ٿو سِگهان
پر پوءِ به......
پر پوءِ به.......



ڏاڍي دير ٿي وئي آهي
معافيءَ جا سڀ دروازا بند ٿي ويا آهن.
ڪُڪڙ ڏَس هٽي رهيا آهن،
هاڻي صبح ٿيندو

۽ مون کي ننڊ اچي ويندي،
ڪنهن پوائنتي خواب وانگر ابد تائين.

●

تون ڪير آهين، جو منهنجي جاڳ کي
جهنجهوڙي رهيو آهين
۽ چئي رهيو آهين
تہ توکي نيٺ ننڊ اچي ويندي،
۽ توکي وجهہ نہ ملندو
وري وجهہ نہ ملندو."

●

تون گل جو
پَنُ پَنُ وکيري رهيو آهين
جيئن اُن کي هر باغ کان وڌو بڻائي سگهين
۽ اُن ۾ اُهي پرندا ڇهڇهائن،
جي ڪٿي بہ نہ ڇهڇهايا آهن،
تون منهنجي هر رڳ کي،
اُها ڪويل بڻائي رهيو آهين،
جا هن ڪائنات جي
درخت جي

پن پن مان ڪوڪي رهي آهي،
۽ ستارا
ان جي آواز تي ڪنبي وڃن ٿا،
۽ چنڊ جون اکيون آليون ٿي وڃن ٿيون،
۽ اُهي
ماڪ ڦڙا ٿي وَسن ٿيون،
جي ڪڏهن به نہ سُڪڻا آهن
۽ مان پنهنجيءَ ٻوليءَ مان،
ايڏو وڏو رَڃُ ٻڌائي رهيو آهيان
جو موت جي اُنهيءَ مانگر کي
ڦاسائي
جو هن ساريءَ ڪائنات کي
ڳرڪائي سگهندو آهي.
اُن کي
مان اُٿي رهيو آهيان،
اجا اُٿي رهيو آهيان.
اهو رڃ
جنهن لاءِ ستارا واجهائن ٿا
۽ پنهنجي قيد مان
رهائيءَ لاءِ منتظر آهن.

- اي خُدا! مونکي اَگهائيءَ ۾ سگهائي ڏي! منهنجي ڳاٽ کي ايترو اوچو ڪر جو توکانسوا اهو ڪنهن اڳيان جهُڪي نہ سگهي. منهنجي قلم کي فرهاد جي تيشي کان وڌيڪ طاقت ڏي ۽ منهنجي شاعري جوئي شيرين کان وڌيڪ مٺي بڻاءِ!

اي خدا! منهنجون جهوليون پنهنجي پيار سان ايتريون ڀر جو مان اُهي ساري انسانذات کي ڏيان تہ اُهي نہ کُٽن، مون کي اُن لاءِ اهو هُد هُد بڻاءِ جو سليمان جا سبا کي پيغام پهچائيندو هو. مان جو تُنهنجو ٻانهو آهيان، مونکي ايتري آزادي ڏي جو دنيا جا آزاد ترين انسان اُن سان حسد ڪَن ۽ ڪَروبي بہ منهنجي ڪَن ۾ اچي چون تہ ”اسان کي پنهنجا پَرَ اُڌارا ڏي.“

اي خدا! مون ساري عمر تنهنجو نالو نہ ورتو آهي. منهنجي زبان کي ايتري سگهہ ڏي جو مان توکي سڏ ڪيان تہ زمين ۽ آسمان اُن سان گونجي اُٿي.

مان تنهنجي ڪئلين کان بہ ڪمتر آهيان، منهنجو ڪَنڌ ڪَتين کان بہ اوچو اُڀار!

مونکي هماليہ کان بہ گهٽي سگهہ ڏي. منهنجا پير اُتي کُتا رهن جتي ساري عمر کتا رهيا آهن، منهنجا آدرش اڏول رهن. اڳي وانگر.

اي خدا! منهنجي شاعري مُنهنجي عبادت آهي. مون

ڪي اينتري سگهہ ڏي تہ اُن ڪي پورو ڪري سگهان.
مون کي اينتري عمر ڏي جو اُن ۾ مان اُهو ڪجهہ
چئي سگهان جو مان اڳي چئي نہ سگهيو آهيان.
اي خُدا! مون کي ڏڪار کان ڏڪار ڏي، مونکي ٻچان
کان ٻچان ڏي، جيئن مان پوري انسانذات کي ياڪر
۾ ڀري اُن کي چمييون ڏيان ۽ اُن کان ڪڏهن نہ
ڇرڪان جيئن عيسيٰ کي ڪنهن بہ ڪوڙهئي کان
ڪِرڀ نہ ايندي هئي.

- جيستائين پکي هوا ۾ پر ڦڙڪائن ٿا ۽ ماڪوڙيون پنهنجي ڏر ۾ وڃن ٿيون، تيستائين تون آهين، پر جڏهن ڪجهہ بہ نہ هوندو تڏهن بہ تون هوندين ڇو تہ تون ئي تہ اُها 'ڪُجهہ بہ نہ' آهين.
- مان چوان ٿو تہ "تون آهين، تون آهين، تون آهين" .

اهو منهنجو پويون نعرو آهي ۽ مهنجي آخري آزاديءَ
جي علامت آهي.

- "تن تنبور، محبت نغما" .

اهوئي تہ منهنجو پويون گيت آهي. اهو تنبور تون
سچل سرمست کي بہ تحفي طور ڏنو هو پر هُن اهو
مُلان جي مٽي تي هٽي پچي ڇڏيو.

- عيسيٰ جا صليب تي پويان لفظ هُيا "يا خدا! تون مون کي اينترو آزمائين ڇو ٿو؟"

مون تہ توکان اهو سوال بہ نہ پڇيو آهي، توڙي ساري

عمر مان صليب تي رهيو آهيان.

- اي خدا! تون ساري ڪائنات ٻه آهين ۽ ٻيو ڪجهہ ٻه آهين، جنهن لاءِ عين اليقين ضروري آهي، پر اهو هر ڪنهن جي حصي ۾ نہ ٿو اچي!
- اي خدا! منهنجي دشمن کي معاف ڪر. هن کي ٻہ مون وانگر روح آهي ۽ هو ٻہ مون وانگر اَمر آهي.
- اي خدا! منهنجي دشمن جي روح ۾ چڱائي وجهہ، هن کي سمجهہ ڏي ۽ هن کي پنهنجي رحم کان محروم نہ ڪر!
- اي خدا ! مون کي ڪبوتر بڻاءِ، مون کي جهنگ- ٻلي جون اکيون نہ ڏي!
- اَڄُ تہ سچل سرمست سان واريءَ مان گهرڙا ناهيون! آخر هن بي ڪنار بحر جي ڪناري تي سڀ بارڙا تہ آهيون!
- هر دلق پوش جي سيني ۾ دل نہ ٿيندي آهي.
- نٽشي! هوُ نہ مئو آهي، جنهن جي موت لاءِ تون ڍنڍورو ڏيندو وتندو هئين!

مون تہ هِن کي ڪلهہ بازار ۾ ڏٺو هو. هو ايندڙ ويندڙ کان ڪجهہ مَڱِي رهيو هو.

ها، نہ رڳو تون مري ويو آهين پر تنهنجو ڍنڍورو ٻہ ٽُٽي چڪو آهي.

- ميان! اجا اورئين فَلڪ تي پهتو آهين؟

اجا گهٽا فَلڪ اورانگهٽا اَٿي؟ مَلڪ توکي حيرت

مان ڏسي رهيا آهن!

- اي خدا! تنو منهنجي روح کي پکي جي روح وانگر بڻايو آهي. مان اِهو ڏسي حيران ٿِي وڃان ٿو ته اهو ڪيستائين پرواز ڪري ٿو سگهي!
- اي خدا! ايتري روشني به نه ڪَر جو منهنجون اکيون جهانورِائي وڃهِن!
- اي خدا! تون مُنهنجون اکيون آهين! توسان مان اهي ڳالهيون ڏسي سگهان ٿو جي ٻيا انسان ڏسي نه ٿا سگهن. مان توسان اهي ڳالهيون ٻڌي سگهان ٿو جي ٻيا انسان ٻڌي نه ٿا سگهن. توئي ته مون کي قلم گهڙڻ سيکاريو آهي ۽ منهنجي هر تحرير مان ليئو پائي ان کي ڏسي رهيو آهين ۽ پنهنجي حقير شاگرد جي مٿي تي هٿ ڦيري رهيو آهين.
- اي خدا! ڇا مان توکان ڪنهن به گناهہ لاءِ معافي وٺان؟ ڇا تون اِن تي قادر نه هئين ته مون کي گناهہ کان روڪي سگهين ها!
- سعديا شيرازيا! پُلصَراط ايتري تکي به نه آهي جيتري ماٺهو چون ٿا! تون ۽ مان آسانيءَ سان ٽپي ويندا سين!
- زمهرير لاءِ کهڙي پشميني مان لباس سبايا اٿي؟
- توکي ان جو ڪوئي ڀَوُ نه آهي؟ دوزخ جي آگ مان توکي فقط حُقي لاءِ ٽاندو گهرجي؟
- يَزيد! دليل ته تو وٽ به آهن پر حُسينيت لاءِ دليل

ڪافي نہ آهن.

- اڄ بہ شـام لهـرن ۾ ائين ئي لُڙهي رهي آهي جيئـن دجله ۽ فرات ۾ لڙهندي هئي؟ ڇا وَري ڪوئي امام شهيد ٿي رهيو آهي؟ سج جا ڪرڻا قطرا قطرا ٿي ڇو وهي رهيا آهن؟
- ڇا خدا ڪـان وڏو ڪـوئـي مـوُذن آهـي، جنـهـن جو آواز تو ۾ هر وقت هُري رهيو آهي.
- ڪوهہِ طور يڪ لخت پاره پاره ٿي پيـو آهي ۽ سڻون پني تي پٿرن وانگر اڏامي رهيـون آهن. ڇا ڪَوئي ’رب ارني‘ چئي رهيو آهي؟
- عِشاءَ جو وقت آهي، خدائي خاموش ٿي ويئي آهي. مون ههڙي بانگ تہ اڳ ڪڏهن نہ ٻڌي آهي!
- خدا جي سامهون سربسجود ٿي ۽ انهيءَ هر پَل کي نيڪالي ڏي جو تو دنيا سان گڏ گذاريو آهي.
- هر پَلُ جو تو دنيـا سان گذاريو آهي، توکي قـبـر ۾ ڪيڙي وانگر چُرندو نظر ايندو.
- تـون پـل دگ تي گـهُمـندو ڦِرنـدو وَت، توکـي ڪـائـي جهَل نہ آهي پر ’موتو قبل از موتو‘ دل ۾ سانديي!
- يا خدا! مونکي پيهر جواني نہ ڏجانءِ،
  متان هيءَ پياري پيري مونکان کسي وٺين!
- ”خدا آهي!“ مون اهو چئي ڌرتيءَ تي اِئين لت هنئي ڄڻ سيني دهرين جي قبر تي لَت هنيم.

- ڇا صليبي جنگ وري ڇڙي وئي آهي؟ ڇا رچرڊ ٿيون ۽ غازي صلاح دين وري وڙهي رهيا آهن؟ انسان ۾ ڪيڏا مارڻ ڌارڻ، چيرڻ ڦاڙڻ جا جذبا لڪل هيا جي ظاهر ٿي پيا آهن!
- مـون ايـران جي شـهـر قُم ۾ هـڪ ايرانيءَ کي ڏٺـو، جنهن گِدري سان ماني کائي خدا جو شـڪـر ڪـيو. مون اهاَ ماني هتان جي ست رڃيءَ کان بهتر سمجهي.
- جي تون شاعريءَ جيتري عـبادت ڪرين ها تہ اَلائي ڪهڙي ولايت تي هجين ها؟
- ڇا تون منهنجو رب آهين؟ پر تون تہ منهنجي در تي ڪيتري ئي وقت کان بيٺو هُئين! رڳو مون نہ سڃاتو.
- رب! تون رحيم ۽ غفور آهين پر جي مان ايترا گناهہ نہ ڪيان ها تہ ڇا تون مون کي ڳولي لهين ها!
- جُنيد بغدادي، جنهن وقت ڪجهہ سالن جو هو، ان وقت ڪجهہ ماٺهو هنجي مامي سُقطيءَ سان 'شڪر' تي بحث ڪري رهيا ها. اوچتو سُقطي جنيد کان پڇيو: "پٽ! شڪر ڇا آهي؟" جنيد جواب ۾ چيو: "شڪر اِهو آهي تہ انسان خدا جي نافرماني نہ ڪري جو انسانَ کي ايترا عطيا (سوکڙيون) ڏئي ٿو."

سُقطيءَ چيو: "ممڪن آهي تہ خدا جو توکي عطيو ڏنو آهي، اُهو تنهنجي زبان هجي."

(ڊاڪٽر علي حسن، شعبہ دينيات الازهر يونيورسٽي مصر)

جي سُقطي منهنجو مامو هجي ها ۽ اسان جو سوال جواب ساڳيو هجي ها تہ سُقطي فقط لفظ 'زبان' بدران، لفظ 'شاعري' ڪم آڻي ها، جو مون لاءِ خدا جو عطيو آهي.

- هُن جي خدا سان اينتري دشمني ئي خدا جي وجود جي ثابتي آهي. ڀلا جي خدا ڪونہ آهي تہ اينتري دشمني ڇا لاءِ؟
- مون جيڪي اَشراقي عالم ۽ فاضل پڙهيا آهن يا جيڪي مسيحي وَحت الوجودي صوفي پڙهيا آهن، جن مقدس انجيل ۽ جديد عهدنامي جي تفسير نَوُ فلاطوني طرز تي ڪئي آهي، انهن اسان جي صوفيانہ فڪر تي مسيحي اشراقيت جو اثر ڇڏيو آهي ۽ اُن اسلام کي متاثر ڪيو آهي. فلاطنيوس جو تہ زياده اثر آهي. جنيد بغداديءَ اندر بہ اِشراقيت جا اثر ها. ڪجهہ مثال آهن: "ڇاڪاڻ جو انسان جو روح هُن جي جسماني زندگيءَ کان اول موجُود هو ۽ ان ۾ پوءِ بہ موجود رهي ٿو، انڪري پنهنجي ماخذ ۽ مَنبع ڏانهن موٽڻ جي ڪيس تانگهہ رهي ٿي."

"پنهنجي اپائڻهار کان ماڻهوءَ جي پهرين وڇوڙي جي نوعيت ڪهڙي هُئي ۽ انهيءَ صوفيانہ وصل (ميلاپ) کان پوءِ، ٻي وڇوڙي جي نوعيت ڪهڙي آهي؟" جوهر، صفات ۽ حقيقت جي مسئلي جي

تحقيق تي به يوناني اثر آهي. مثلاً: ”اهو ويساهه ته الله تعاليٰ ئي واحد حقيقت آهي، اسان (يعني مخلوق) رڳو مظاهر (ڏيک) آهيون ۽ اُهو به ته انساني صفات (صفتون) رڳو هڪ نقش بي ثبات (پاڻيءَ تي چِٽُ) آهن، جن ۾ اُن خدائي صفات جو هڪ ميرانجهڙو پاڇو نظر اچي ٿو ۽ جو ابدي ۽ دائمي آهي....“
اِهي اشراقي خيال ۽ تصور بغداد ۾ ڏاڍو ڦهليا ۽ اَسلامي فلسفي جي رنگ روپ ۾ هنن جو وڏو هٿ آهي.

(ڊاڪٽر علي حسن جي ڪتاب تان ورتل)

- اي خُدا! مون کي منهنجي دريده دهني معاف ڪر! مون کي اها هستي به ته تو ڏني آهي، اهو آواز به ته تو ڏنو آهي جو آسمان کان بُلند تر آهي!
- ڇا ڪوئي انسان هڪ ترِ جيترو جيت به خلقي سگهيو آهي؟ ڇا هڪ ترِ جيترو جيت ڄاڻي سگهي ٿو ته آڪاس، جنهن ۾ اڪٿ ستارا آهن، ڪيتي ٿو ڪُتي؟ مان مڃان ٿو ته اهو جيت پپل جي چوٽيءَ تي پڄي سگهي ٿو پر ان جي حقيقت ئي ڪهڙي آهي؟ ڇا اُنهيءَ ستاري جهڙي آهي جو هن آڪاس جي اٿاهين وڻ ۾ پوئين پن جيان آهي. ڇا ان جيت جي انا کي اِن مان تسلي ملندي ته هو پپل جي پوئين پن تي

پهچي چُڪو آهي؟ ڇا ان کان اُهو ڪِيڙو ماڪوڙو
چڱو نہ آهي جو اُنهيءَ جي جڙ تائين پهتو آهي ۽ پاڻ
کي هر واچوڙي کان محفوظ سمجهي ٿو؟
اي تِر جيترا جيت! تون هن ڪائنات جي حقيقت کي
ڇو ٿو سمجهڻ چاهين؟ ائين نہ ٿئي تہ واءُ جو جهوٽو
توکي بولاٽيون کارائيندو اُڏائي وجي! انهيءَ تي قانع
ٿي تہ تون وڻ جي چوٽيءَ تي پهچي چُڪو آهين. ان
کان مٿي جو وڻ آهي، تنهن ۾ ڪَتين جون ٽاريون
ڏسي، پنهنجي وِت کان وڌيڪ ٽپو نہ ڏي! حيرت تي
قناعت ڪر! اُهو اسرار جو نہ کُلي سگهي، ان تي
حيرت ڪانسوا ٻيو چارو ڪهڙو آهي!

- چون ٿا راجا ڏاهر کان هيمون ڪالاٽيءَ تائين سڀ هندو ها؟ مصر جا اهرام ڪهڙي مسلمان ٺهرايا ها؟ تون عالمِ دين آهين. مون کي تہ خبر نہ آهي، تون ئي ٻڌاءِ تہ مصري عرب اڄا تائين ابو الهول کي ڇو رکيو وينا آهن ۽ اخوان المسلمين بہ اُن کي بم سان اُڏائي نہ سگهيا آهن ۽ نہ رڳو شاهہ ايران پر خمينيءَ بہ سائرس عظيم جي قبر مسمار نہ ڪرائي آهي!
- ڪوئي انسان هڪ پَن بہ ناهي ٺٽو سگهي. اها سڀ خدا جي قدرت آهي.
- جنهن انسان خدا کي آپي ۾ نہ ڏٺو آهي، اُهو هن کي ڇاپي ۾ ڇا سمجهي سگهندو؟

- معافي خدا جي وصف آهي. تون پاڻ ۾ جيترو اُها وصف پيدا ڪندين، خدا جي ويجهو ٿيندين.
- جي منهنجي دل ۾ صدق آهي ته منهنجي رضا ئي تُنهنجي رضا آهي.
- مون ته توکي معاف ڪيو، شل تنهنجو خدا توکي معاف ڪري! پر توکي خدا آهي ڪٿي؟ تون ته دهريو آهين!
- خوني آهي، ڪير به آهي، جي اسان جو اميدوار آهي ته جمهوريت جي فتح ۽ شڪست جو دارومدار انهيءَ تي آهي.
- ڇا ڪوئي انسان ڪاٺ ڪُتو ناهي سگهندو آهي؟ جي نه، ته ان کي خُدا ڪانسواءِ ڪنهن ناهيو آهي؟
- خدا ڪانسواءِ تون يتيم آهين، هن ڪائنات ۾ ڇورو ڇنو ٻار، جنهن جي پرورش وارو ڪوئي نه آهي.



مان
متڪبر ڪان متڪبر
۽ نهني ڪان نهنو
انسان آهيان !
مان چاهيان ها
تہ اناالحق جو
نعرو هڻان ها
۽ سوريءَ سزا وار ٿيان ها
۽ سرمد وانگر
جلاد جي اڳيان
ڪنڌ جُهڪائي
شاعري ڪري سگهان ها،
پر مون ۾ ڏيکاءَ جي
عادت نہ آهي
۽ نہ مون ڪي

هجوم ڪنو ڪرٽو آهي
۽ نہ اُن جي
ڳوڙهن ۾
اُها تصوير ڏسٽي آهي،
جا اهڙي خوبصورت
نہ هوندي آهي
جهڙي
سانجهيءَ ويلي
چنڊ جي
پاڻيءَ جي تلاءَ ۾ هوندي آهي.
جيتوڻيڪ
هو بہ ائين لڳندو آهي
ڄڻ ڪنهن جي
گردن ڪپي وئي آهي.



مان پٿائي به آهيان
سچل ۽ سامي به،
۽ سنڌ جو اُهو گيت به آهيان
جنهن کي اڃا ڪنهن نه ڳاتو آهي،
۽ جنهن کي ڪالهه وديا پتيءَ
ميٺلي ٻوليءَ جي تار ۾ پوبو هو
پر پنهنجو هارُ اڃا جَهلي بيٺو آهي
ڪنهن پياري ڪونج جهڙيءَ ڳچيءَ لاءِ،
جا اُن کي سويڪار ڪرڻ لاءِ
آتي نه آهي
پر پوري اڃا جُهڪي نه آهي،
اڃا جُهڪي رهي آهي.

•

مان فتنيءِ ابا حيت نہ آهيان
مان فتنيءِ مهدوديت نہ آهيان
مان فتنيءِ دوشينہ بہ نہ آهيان
مون ڪي سلطانؒ تہ چا
علما ۽ مشائخ بہ نہ سمجهي سگهندا،
مان روميءَ جي درگاهہ تي
ڌمال ۾ وڄي رهيو آهيان
۽ شمس تبريز جي
مزار تي
تڏي تي ليٽي پيو آهيان،
خاموش، ابد تائين خاموش،
پنهنجي ازل جي تلاش ۾
جنهن ڪي پُڪاري پُڪاري
مون ڪي ننڊ اچي وئي آهي.



پنهنجي شاعريءَ کي
۽ مون پاڻ کي زندگيءَ سان واڳي پچنايو آهي.
غالب جي اُن سان ڪائي ڳنڍ نہ هئي،
يتائيءَ جي اُن سان ڳنڍ اُچاتري هئي
۽ هن جڏهن بہ چاهيو ٿي،
اُها ڇوڙي ٿي ڇڏي،
۽ جڏهن آڪاس ۾ ڪڪر ڪارونيار
ڪري ٿي آيا
تہ هو اُنهن جي پيهہ ۾ ملي ٿي ويو
۽ هن ڌرتيءَ کان دور
جتي مِرن ماڻهن جو ماس ٿي ڪاڙو،
۽ اُنهن جا وَجَ تلوارن کان
تکا ٿي پيا ها،
۽ جڏهن انهن پنهنجا رت پياڪ چپ

ٿي چٽيا،
تڏهن هن شفق جي تلاءَ مان اُڀري
هيٺ واڱڙو ٿي پئي ڏٺو
۽ سوچيو پئي ته قابيل جي رت ۾
ڪيترا پَسون هُيا
جي اڃا هابيل جو رَت پي رهيا آهن !



راءِ ڏياچ
سِر کي وڏيڪ جُهڪاءِ!
ڪينر جي ڪاتي ڏاڍي تکي آهي
۽ سورٺ جي پارن وانگر
ڪنبي رهي آهي،
۽ جهونا ڳڙهہ ۾
تنهنجي وڏيل سر جي وارن وانگر
اُلا اُپري رهيا آهن،
۽ تنهنجي رت مان،
اُهي گلاب ڪِڙي رهيا آهن،
جي لڪل ها،
ڪينر جي تارن ۾،
۽ ڪينر آڪاس ۾ نئين سِجَ- اُيار
وانگر ڦُـٽي رهيو آهي!

●

نہ تون تانسين جو
خال پري سگهندين
نہ مان بيجو باورا جو.
ها، جيڪڏهن اسان
ٻئي گڏجي ڪوشش ڪيون
تہ وري اها سنگيت
پيدا ڪري سگهون ٿا
جا اسان جو انتظار ڪري رهي آهي.
۽
اڃا ٿڪي نہ آهي !

●

پوني ۾
مان ريتا شنهاڻيءَ جي بنگلي تي،
سوچي رهيو آهيان
تہ ڇا هيءَ اڃا تائين اُها آهي
جا سنڌ کان
پنجيتاليهہ سال اڳ جدا ٿي هُئي
يا سَميءَ اُن ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو آهي؟

●

اي پوپٽي هيرانندائي !
تون سنڌيت ۾ زندهہ آهين.
جي تون موت کي شڪست نہ ٿي
ڏئي سگهين،
تہ موت بہ تو کي شڪست ڏئي نہ
ٿو سگهي.

●

اي هريش واسواڻي!
گيت اها ڳالهہ آهي چا
جنهن کي ڪوئي سمجهي نہ سگهي؟
چا نَند جوبري
توسان چوپڙ جي راند ڪيڏي
رهيو آهي
۽ تون انهيءَ تي خوش آهين
تہ هو تُنهنجي ڳوٽَ
ماري نٿو سگهي!

•

ڇا رڳو تاريخ ۾
ذڪر ايندو
تہ ٺاڪر چاولا
سنڌ جي شاعر
شيخ اياز ڪي
رام پنجواڻيءَ جي سماڌي
ڏيکاري هئي،
جا هو پنهنجيءَ دل ۾ سمائي
سنڌ ۾ ڪٺي ويو هو
پر اُتي ٺهرائي نہ سگهيو هو؟

•

ڇون ٿا اوچتو
ٻيهجي ويندو- منهنجو ساهہ
۽ هي ڪينَر
منهنجي هَٿ مان ڇِڏائجي
ڌرتيءَ تي ڪِري پوندو
۽ اُن ڏانهن هزارين هٿ وڌندا

پر اُن کي
ڪٽڻ وارا
ڪيئي هوندا
هلائڻ وارو ڪوئي نہ هوندو.



اي بنڪمر چئنٽر جي!
گيت تو مون کان سکيو هو،
يا مان توکان سکيو آهيان؟
مون کي اجا انهيءَ ڳالهہ جي
خبر نہ آهي
ها پر ايترو ڄاڻان ٿو تہ :
منهنجيءَ تارَ تي،
تنهنجون آڱريون
مون سان گڏ
لرزي رهيون آهن."



اي هرٽو!
منهنجيءَ شاعريءَ
اوهان ڪان اکيون اڌاريون ورتيون،
۽ واٺهڙين جي پاٺيءَ ۾
چنڊ جهڙو پاڇو ڏنو،
۽ اُهو منهنجي شاعريءَ ۾
ان وقت به هوندو
جڏهن سج ڪاپار تي ايندو،
۽ ماٺهو ان جي تيک ۾
ڇَنن ۾ ڇُپندا وتندا،
۽ هنن جون زبانون
ٿوهرن جي ڪانڊيرين ٽارين وانگر
ٿي ويون هونديون.
منهنجي شاعري
انهن کي
ڇانو ڏيندي
ٿڌاڻ ڏيندي،
۽ جي ساري نه
ته ڪجهه اُج ته اُجهائي ڇڏيندي.

•

منهنجي ڪَوِيتا!
منهنجي آجپائي بہ تون آهين
پورنتا بہ تون آهين
منهنجي جيون جي اَجوڳائي
تنهنجي وسار کان وڌيڪ
ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟

•

تون سگار جو وزم
پورو نہ هٽي سگهندين.
تہ منهنجو نظم
پورو ٿي ويو هوندو.
اڃا تو وقت جي گهوڙي تي،
هنو بہ نہ رکيو هوندو
تہ اُن جي آخري سٽ لکجي چڪي هوندي،
۽ جڏهن تون
رڪاب ۾ پير رکندين
تہ ٻئي نظم جي
قافيي ۽ رديف جون
واڳون

منهنجي وَسِ هونديون.
مان ڄاڻان ٿو
تہ هيءَ عمر تيز رفتار آهي
پر منهنجي شاعري
اُن کان بہ وڌيڪ
تيز رفتار آهي
۽ ڪنهن بہ وقت
منهنجو قلم
اَڙيءَ جو انتظار نہ ڪندو آهي.
اي موت!
جيستائين تون اچين
مان ايترا فاصلا طئي ڪري ويندس
جو توکي
مون تائين پهچڻ ۾
ڪافي صديون لڳنديون،
اهو بہ ممڪن آهي
تہ تنهنجو گهوڙو
ٿڪجي پوي
۽ مان
توکي
پُٺ تي چڙهي وڃان!

●

هڪ ڏينهن ايندو جڏهن
مون ۾ چُرپُر نہ هوندي،
سج ۽ چنڊ لڪي ويندا
۽ ڪڪر ڪارونڀار ڪري،
مُنهنجي جنازي نماز تي ايندا،
۽ موت کي اجازت نہ هوندي
تہ هو ڪنهن صف ۾ بيهي سگهي.
ان ڏينهن شاعري
روئيندي اکيون مهٽيندي،
۽ اُن جا لُڙڪ
گل مهر جي گلن کان وڏيڪ ڳاڙها هوندا،
۽ املتاس زرد ٿي ويندا،
۽ سرءُ جي سرد هوا
واريءَ تي هر وٿاڻ ۾ مون کي ڳوليندي،
۽ هر نئي چاول ٻار کي
جاچي ڏسندي
تہ اُن کي مون جهڙا روش تہ نہ آهن
۽ اُن جا سوُسات
سِرنهن جي تارين سان ڳلي ملي پڇندا

تہ هو وري ڪڏهن ايندو،
جنهن جا راڳ
ڌرتيءَ ۽ آسمان ۾
ائين گوجندا هُئا
جيئن واءُ
گهاٽي بَن ۾
گوجندو آهي،
۽ ان جا گيت ٻُڌي
سارا وڻ ٽاڙيون وڄائيندا آهن.
۽ پن ائين ڪرندا آهن
ڄڻ اُن تي سِڪا گهورَ ٿي رهيا آهن.
اهڙا راڳي
واري واري سان تہ نہ ايندا،
پر اسان کي پڪ آهي
تہ هو موٽي ايندو،
۽ پُراڻا ٻڙ
ان ڳالهہ جي
گواهي ڏئي سگهندا.

- اي شاعري! مون اکين جي ساري ننڊ توکي ڏني. مون کان پيو ڇا ٿي گهرين؟
- اي خدا! مون تہ فقط شاعري ڪئي آهي. ماڻهن مون کي پيغمبرن واري سزا ڇو ڏني آهي؟
- ڇا مون شاعري پنهنجيءَ محنت سان حاصل ڪئي آهي يا خدا کان زڪوات ۾ ورتي آهي؟
- توکي منهنجيءَ زندگيءَ تي ڇڙ آهي، پر توکي مُنهنجي موت تي وڌيڪ ڇِڙ ايندي، ڇو تہ موت مون کي اُهو ڪجهہ ڏيندو جو مون کي زندگي نہ ڏئي سگهي آهي ۽ جنهن جو مان حقدار آهيان.
- جنهن ڪي جيڪي وٽي ٿو منهنجي باري ۾ چوي ٿو، مان ڪوئي درزي تہ نہ آهيان جو هنن جا چپ سِبي ڇڏيان، نہ ڪوئي مستري آهيان جو هنن جا مُنهن لنبي ڇڏيان!
- توکي اها خبر آهي تہ ڪنهن ڀڳت ڪبير کي پيغمبر ڪونيو هيو تہ هِن کي چرخو مٿي تي هٽي چيو هيائين: ”مون سارو رَتُ ڏئي دوها تخليق ڪيا آهن. تون مون کي اُنهن جو داد ڏيڻ کان انڪار ٿو ڪرين!“
- جي تون پياسو آهين تہ شاعريءَ جهڙي گهڙامنجي ڪابہ نہ آهي.
- چنڊ نديءَ کان پڇيو،
  ”ڪيڏانهن ٿِي وڃين“

”سمنڊ ڏانهن“ نديءَ جواب ڏنو.

”مان اُتي بہ توسان گڏ هوندس“ ، چنڊ جواب ڏنو

- اهو ممڪن آهي تہ هو سرڪاري اسٽيج تي اچي منهنجي جاءِ پُري وجي، پر ماڻهن جي دلين ۾ ڪنهن لاءِ منهنجي جاءِ پرڻ لاءِ صديون گهرجن.
- ڪُتا- مڪ، شل نہ تون ماڻهوءَ ڪي وِچڙين! هاڻي تہ جان ڇڏ! مون مڃيو تہ تون اديب آهين پر ان ڪي مان ڇا ڪيان تہ توکي ادب لفظ جي معنيٰ بہ نہ ٿي اچي!
- اڄ عيدالفطر آهي، منهنجي تہ عيد بہ شاعري آهي تہ رمضان بہ شاعري آهي. جي لکان ٿو تہ عيد آهي، نہ ٿو لکان تہ رمضان آهي.
- اي هَيدَ- ٻُڙيءَ جاپساري! مان ڇاٽان ٿو تہ تنهنجي دڪان ۾ ڇا آهي؟
- چون ٿا تہ ڊِنوسار جي جنس ذرتيءَ تان گم ٿي وئي. ان ڪي ڪيئي هزار سال ٿيا. ان جو ڏوهہ فقط اهو هو تہ هوُ ايڏو ڊِگهو ڇو هو؟...
- ساڙ اُها رنگين عينڪ آهي جا پائڻ سان اُسَ جو تَوُ ويتر وڌائيندي آهي.
- ساري ڳوٺ ۾ ڀوُنڪار ٿي رهي آهي. ڪوئي تہ ملنگ وڃي رهيو آهي!
- جيڪڏهن مان نوح جي ٻيڙي ۾ سُوار هجان ها ۽ وچ ٻوڏ ۾ اُن منجهہ سوراخ ٿي پوي ها تہ بہ مان بچي

وجان ها.

- مون تہ ڪَڏهن ڪُتي کي هَلَ بہ نہ چئي آهي، توکي چا ٿو چئي سگهان؟
- ڇا لفظ بہ صليب تي چڙهندا آهن؟ جي هائو تہ پو منهنجي شاعري پڙهي ڏِس!
- ڪُتو پَئونڪي نہ تہ هُن جو هانءُ ڦاٽي پوي!
- جي تون گوهي نہ ڪرين تہ تنهنجي گڏهہ هجڻ تي مون کي اعتراض نہ آهي.
- ڇا ڪوئي چِتي ڪُتي جو دندان سازُ بہ هوندو آهي؟
- اي عرفي! ڪتن جو آواز فقير جي روزي تہ ڪَم نہ ڪري سگهندو ۽ انکري توکي ڪوئي پَئو نہ آهي. پر جي ڪوئي ڪُتو چِتو هجي تہ؟
- ڪيڏو نہ چاهين ٿو تہ تُنهنجو جواب ڏيان! مان ڇا ڪَيان، مان اجا ڪُتي جي ٻولي سِکي نہ سگهيو آهيان!
- جيترو چاهين پئونڪُ! نہ ستارا توکان ڇِرڪندا نہ چنڊ کي پَئو ٿيندو!
- ڇِبَ کان ڪنهن پڇيو تہ "ڪويل ڏِني اٿئي؟" جواب ڏنائين: "ڏِني تہ ڪانہ اٿم. هوندي ڪا مون جهڙي."
- تون جو بگلو ڀڳت آهين، ڇا تون اهو ڄاڻين ٿو تہ هي ولر مون سان آهي.
- اي سنڌي اديبو! اوهان نهراءُ بحال ڪري حڪومت تي ايترو دٻاءُ ڇو ٿا آڻيو تہ مون کي ٻاهر علاج لاءِ

موڪليو وجي؟ هي مُلڪ مون کان وڌيڪ بيمار آهي. حڪومت کي چئو تہ اُن جي دوا ڪري، جي اهو بچي پيو تہ اسان وڏي ڪيپَ ڪٽي!
مان موت کان گهڻو متاهون ٿي ويو آهيان. اُهو پيڻ تي اُپيو ٿِي بہ مون کي ڇُهي نہ ٿو سگهي!

- هن جو گهر قبرستان سانءِ لڳ هو. جڏهن مون غ.ق. شيخ کي پوبون پيرو گهر وٽ ڇڏيو هو تہ هوءُ موت جي وات ۾ اُجهاٽل ٻيڙيءَ وانگر لڳي رهيو هو. هن جي گهر کان ڪجهہ قدمن تي ٽٽل قبرون بہ ٻيڙين جا اُجهاٽل توتا لڳي رهيون هيون.
- تون پنهنجي حسد جي جهنم ۾ جلي رهيو آهين. اهو بارُ مون تيٰ تہ نہ آهي تہ مان توکي اِن آگ مان ڪڍان!
- ڇا توکي خبر آهي تہ ايترا گهڻا دشمن ڪنهن جا هوندا آهن؟ منهنجي شاعريءَ اِن کان باخبر آهي ۽ اُن جو هر لفظ اُها دعويٰ ڪري رهيو آهي تہ 'مان صليب تي چڙهي چڪو آهيان.'
- مان انهن فقيرن مان نہ آهيان جي ڪُتن جي ڀَؤنڪڻ ۾ خلل وجهندا آهن.
- بيماريءَ ۾ ماٺهن مون ڏي گُل مُڪا، تو مون ڏي گاريون مُڪيون ۽ نادان! اُهي توکي ٻوئڻ بہ نہ آيون!!
- جيڪڏهن ڪنهن کي بہ بي سبب گاريون پيغمبريءَ جو معيار هجن ها تہ مان بہ اهڙي دعويٰ ڪيان ها!

- فـقـيـر ڪي لـٺ بـہ تـہ ڪانـہ آهي، پو بـہ هن تي ڪُتـا ڀَئونڪن ڇو ٿا؟
- رات هُن مون کي چيو: ”مون کي خبر هجي ها تہ تون ايترا گيت لکي سگهندو آهين تہ مان توکي اينتري ٿوري زندگي نہ ڏيان ها!“
- ڊاڪٽر! مان خيام تہ نہ آهيان جو شراب ڪانسواءِ شعر نہ لکي سگهان. مون کي خمار لاءِ پيئڻ جي ضرورت نہ آهي.
- يگانہ چنگيزي چيو:

”خودی کا نشہ چڑھا آپ میں رہا نہ گیا،
خدا بنے تھے یگانہ مگر بنا نہ گیا۔
گناہ - زندہ دلی کھئیے یا دل آزاری،
کسي پہ ہنس لئے اتنا کہ پھر ہنسا نہ گیا۔“

عبدالماجد دريا بادي! تون ڇا ٿو چوين؟ ڇا موت ٻنهي کي خاموش ڪري ڇڏيو آهي يا ٻنهي جو تنازعو اڃا جاري آهي؟

- ڇا ادب ڪمٽيڊ آهي؟ ادب نہ ديس سان ڪمٽيڊ آهي نہ اُن جي عوام سان. ڇا ٿامس مئن کي نازي جرمنيءَ مان ڀڄي وڃڻ نہ گهربو هو؟ ڇا نازي جرمنيءَ جي عوامي اڪثريت جي ان جي نسل پرست حڪومت سان ڪمٽمينٽ نہ هئي؟ ڇا اتان جي اڪثريت اُن جي جارحيت تي خوش نہ هئي؟ هاڻي جڏهن روس

پاڻ يو- ايس- ايس- آر ڊاني آهي ۽ روس جو عوام بـہ ان ۾ شـريـڪ آهي ۽ روس جا اديـب بـہ، تـہ تـون ڪيــر آهـين جو اُن تـي ڪـاوڙيـو آهـين؟ سـنـڌ جا اشتـراڪي اديب! مـون تو جهڙو احـمق ڪٿي نـہ ڏٺـو آهي! ڇا تـون نـہ ٿـو چاهـين تـہ اهي سـڀ مـلـڪ آزاد هجن جي روسي سـامراج جي چنبي ۾ ها؟ مارڪس جي ڪسيءَ جا ڪيڙا، تون ڇا تاريخ کي سـمجهي سـگهـنديـن؟ تـون غلام ابـن غلام آهـين، پـنـهـنجي تعصب جو. تون ڇا ڄاڻين تہ آزادي ڇا هي؟ تون فقط خونـريزي ٿـو چاهـين، فـرانـس جو انقلاب ٿـو چاهـين، ڪَنڌ ڪـپـيـل ڏسڻ ٿـو چاهـين، ڇو تہ تون اذيت پرست آهين ۽ ايذا رساني تنهنجي وجود جو حصو آهي.

- مـان توکي تہ ڪُتي کان بہ گهٽ ٿـو سـمجهـان. توتي لٺ اولاري لٺ جي توهين ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. منهنجي لٺ تہ درياءِ نيل بہ اڌ ڪري سگهندي آهي.
- منافق! مـان ڄاڻان ٿـو تـہ تـنـهنجي تنبوءَ جون قـنـاتـون کـهـڙيـون آهـن؟ منـهـنجي قنات تـہ ڪـائـنـات جي هر ڪنڊ تي ڪُتل آهي.
- ڪُتـو ڀـؤنـڪـي ٿـو. تـوکـي تہ پـيـر ۾ اينـترا ڇالا آهـن جو تون جُـتي بہ لاهي نـہ ٿو سگهين.
- ڀَؤنـڪـٽي ڪُتـي کـان ڀَؤُ ڪـنـدو ڪَرا هوَ ڀيو ڪُجهہ ڪـري نہ سگهندو آهي تہ پاڇو تہ ڦاڙي سگهندو آهي.

- اي ٿوهر جا گُل! ڪَنڊا تہ توکي بہ ٿين ٿا، پر تو ۾ گلاب جي خوشبو ڪٿي؟
- اي سنڌ! تون ڪيتري نہ بي قدر آهين! پوءِ بہ توکي چا چوان، تون مَاءُ آهين!
- بگهڙ مرندي دم تائين بگهڙ رهندو. هُن کي سَهي وانگر ساٿو بڻائي نہ ٿو سگهجي.
- جڏهن عڪس ٽُٽي ويو، تڏهن مون آئينو ڦٽي ڪري ڇڏيو؛ جي آئينو ڳنڍي عڪس کي ڏسبو تہ وڏيڪ ڪرِيو ايندي آهي.
- هر دؤر ۾ لِلي پَٽ جا چامڙا بڏل گليور کي سُيون چُپائيندا رهندا.
- ڪوه- بي ستون ڪوٽيندي جو فرهاد جي هٿن مان رت وهي رهيو آهي، سوئي شيرين جي لڙڪن مان وهي رهيو آهي.
- نظام الدين اولياءَ جي درگاهہ تي مون کي هڪ ديوانو مليو، جنهن چيو تہ، ”مان امير خسرو آهيان.“ مون هن کي جواب ڏنو، ”پر امير خسروءَ کي تہ ڪيئي سال مُئي ٿيا آهن!“ هن ٺهڪ ڏئي چيو: ”مومن مري سگهندا آهن، ڪافر نہ مرندا آهن بشرطيڪ اُهي عشق جا ڪافر هجن.“
- چا تو دل ۾ ڪيو آهي؟ گليوَر کي چامڙن جون ڇُهندڙبون ڪا نئين ڳالهہ تہ نہ آهي، پو اهي

ڇُهندڙيون ڪهڙي طرح به هن ڪي پائن، ڪهڙي دؤر ۾ به هُن ڪي پائن!

- شبليءَ منصور تي گُل ڦِٽي ڪري گُل کان معافي ورتي ته مان توکي گناهه ۾ شريڪ ڪري رهيو آهيان.
- نور محمد ڪلهوڙي کي به ايترو شرم هيو جو پٽائيءَ کي زهر مـنـائيءَ ۾ مـوڪـليـو هيـائين. توکي تـه اهـو شرم به نه آهي!
- جنهن روح ۾ ڪمند جئن رس هوندو آهي، ان کي بلاول وانگر گهاڻي ۾ پيڙايو ويندو آهي.
- ڇا منهنجي شاعري زيب النساءِ مخفيءَ جي رات وانگر تنها آهي؟
- مون آگري کان ڪجهه ميل پري فتح پور سڪريءَ ۾ اها جاءِ ڏٺي هئي، جنهن ۾ چوڪڙي نهيل هئي، جنهن تي ويهي تانسين ۽ بيجوباورا مقابلو ڪندا ها.
- ماڏو لال حسين! تنهنجي يڪتاري جي تَڻ تَڻ ابدي آهي. هي بندوق جي تَڙ تَڙ، ٿورو وقت هلي سگهندي!
- هوُ وِڪر ماجيت ۽ ڪوٽليا چاڻڪيه جي ڳالهه ڪري رهيو آهي. ڇا هُن کان وسري ويو آهي ته ڪاليداس ٻنهي کان وڏيڪ زنده آهي؟

وِڪر ماجيت ۽ چاڻڪيه اتهاس ۾ رڳو به نالا آهن. ڪاليداس سرشتي آهي جا ڪٽي نه ٿي ڪُٽي!

- اي ڪبير! تون اجا تائين مُنهنجي پرسان چرخو ڪتي

رهيو آهين ۽ مان تنهنجو اُلجهيل سُٽُ سُلجهايان پيو؟

- پـٺائي! مـان خدا سـان رُنـو هوس، جي رُسـان نـہ هـا تـہ هن وقت تائين سوَ رسالا لکي وڃان ها.
- منهنجي 'ڪُن فيڪون' جو ڇا ڪوئي حد حساب آهي؟ منهنجو ادب اڃا هڪ ڪائنات وانگر تيزيءَ سان ڦهلجي رهيو آهي.
- مُنهنجي اندر جا ڪائنات آهي، ان جي هڪ ڪُندِ بہ منهنجيءَ ادبي تخليق ۾ ظاهر نہ ٿي آهي.
- جرمن شاعر گوئٽي چيو هو:

”جي ڪنهن شاعر کي سياسي اثر رسوخ جي ضرورت آهي تہ هن کي هڪ ڌر سان وابستگي اختيار ڪرڻ گهرجي پر جڏهن هو ائين ڪندو، تڏهن هُن جو شاعر جي حيثيت ۾ خاتمو اچي ويندو. هو پنهنجي روح جي آزاديءَ کي، پنهنجي غير متعصب نظرئي کي الوداع چئي، تنگ نظريءَ ۽ تعصب جي ٽوپيءَ کي پنهنجي ڪنن تائين لاهي ايندو.“

اي مايا ڪو فسڪيءَ ڪان فيض تائين متاثر ٿيڻ وارا شاعرؤ! ڇا اوهان اها ڳالهہ اڃا نہ سمجهي سگهيا آهيو، توڙي روسي سامراج ٽُٽي چڪو آهي؟

- منهنجن مخالفن کي ساڙ آهي تہ مان ايترو پڙهيل چو آهيان ۽ مون ايترو لکيو ڇو آهي؟ هو سوچن ٿا تہ هي شاهہ لطيف وانگر اُمي ڇو نہ آهي؟ ڇا شاهہ

اُمي هو؟ هن پوري ننڍي ڪنڊ جو علم واتون وات هٿ ڪيو هو. هن جي بيتن ۾ پنجابي ۽ هندي دوها جهلڪن ٿا جي ڪنهن وقت هن پڙهيا يا ٻُڌا هوندا ۽ جي هن جي تحت الشعور مان اُڀري آيا هوندا. ائين آهي تہ هن هڪ ئي رسالو لکيو پر جي ويهہ لکي ها تہ هن تي ڪنهن کي اعتراض ٿئي ها يا فردوسيءَ جا همعصر هن جي پُر گوئيءَ تي انگشت نمائي ڪن ها جي هو ڏهہ شاهنامہ لکي ها؟ ڇا هنن کي خبر آهي تہ سمرسيٽ مام ڪيترا ناول لکيا ها، ٽالسٽاءِ ۽ دوستو وسڪيءَ ڪيترو لکيو هو؟ اِها ٻي ڳالهہ آهي تہ 'سينٽ مائڪل جي ڪهاڻي' جي مصنف ايڪزل منٿي جو فقط هڪ ئي ڪتاب آهي جنهن هن کي امر ڪري ڇڏيو آهي. هن جو ٻيو بہ غير معروف ڪتاب آهي جو شايد مونکان سواءِ ننڍي ڪنڊ جي ٻي ڪنهن اديب پڙهيو هجي!

- پيرزادو عُمر منهنجو پراڻو دوست آهي ۽ سپريم ڪورٽ ۾ وڪالت ڪندو آهي. هڪ ڀيري هو ڪلفٽن بيچ تي جاگنگ ڪندي (ڊوڙندي) مونکي مليو ۽ مون کي ڏسي بيهي رهيو ۽ چيائين: ”وان گوگ جي هڪ تصوير ڪيئي سَو ملين ڊالر ۾ وڪامي آهي، پر جيئري هن کي ٻُڪ، ڏک ۽ چريائپ کان سوا ڇا مليو؟ تون وڪالت ڇڏي، سنڌيءَ ۾

شاعري ڪندين تہ توکي ڪهڙو نوبل انعام ملندو؟"
مون هن کي چيو تہ: "مونکي نوبل پرائيز کان بہ وڏو انعام ملي چڪو آهي. نہ رڳو قدرت مونکي هي سارو سمنڊ ڏنو آهي پر ان جي مٿان، ان کان بہ وڏو آسمان ڏنو آهي. توکي تہ سمنڊ جي ڪناري تي چار يا ڇهہ سؤ والن تي هڪ بنگلو آهي، جنهن ۾ چار بتيون ٻري رهيون آهن. منهنجي رهائش ۾ قدرت چنڊ جو فانوس ٽنگي ڇڏيو آهي. مان دنيا جو وڏي ۾ وڏو سرمائيدار آهيان ۽ منهنجو سرمايو بي سي سي آءِ وانگر ڪنٽو نہ آهي."

- غالب تو زندگيءَ کي قيد- حيات ۽ بندغم سمجهو هو. زندگي تہ ماڪ بہ آهي، پکين جي اڏار بہ آهي ۽ ڪڏهن تندو تيز ۽ ڪڏهن هوريان وهندڙ نديءَ جو پاڻي بہ آهي. تون قيد- حيات ۽ بندغم ۾ رهي بہ اهي چوندي سگهين ٿو!
- مان 'پٽائي جو رسالو' ڪجهہ اڳتي لکي رهيو آهيان. تون مون کي نہ ٿو سمجهي سگهين، اها ٻي ڳالهہ آهي.
- منهنجو سَرو سامان ڪهڙو آهي؟ ڪجهہ ڪتابَ، ڪجهہ تصويرون، جي بہ مون کي هٿ ئي ڇڏٽيون آهن. مون ۾ فرعونيت بہ نہ آهي پر اي سنڌ! جي تون مون تي مخروطي منارو نهرائيندينءَ، تہ ڪنهنجو

ڪنهن تي احسان ٿيندو، اهو مستقبل ئي ٻڌائيندو.

- هي منهنجا شعر آهن يا ننڍ جون وليون پڪڙجي ويون آهن ۽ انهن ۾ ڪيئي گل نڪتا آهن؟
- ڇا منهنجي شاعري نيٺ ائين ڪناري لڳندي جيئن نوح جي ٻيڙي ڪوه- ارارط سان لڳي هئي؟
- پويان تِرورا ڏسي مان سوچيان ٿو ته منزل ڪيڏي نه ڏور آهي. جڏهن سج نصف النهار تي هو ته منهنجو گهوڙو سِجَ تي نرا ڪٽي رهيو هو ۽ مون پاڻيو ٿي ته پنڌ پورو ٿي ويو آهي.
- منهنجا خدا! مونکي معاف ڪجانءِ. منهنجي عبادت رڳو مُنهنجي شاعريءَ ۾ ئي آهي. منهنجي شاعري اُنهيءَ ٻـڪرار جي گـفـتگو وانگر آهي، جنهن کي موسيٰ عليه السلام جي موجودگيءَ جو احساس نه هو.
- اي خدا! تون منهنجيءَ شاعريءَ کي طُور وارو جلوو پسائيندين، تڏهن به اُها راضي نه ٿيندي.
- شام ٿي وئي آهي، چراغ جلاءِ! اونده جي فريب ۾ نه آءُ! اؤنده ته ڪيئي شمس تبريزي واري ڇڏيا.
- اي خدا! مان چاهيان ٿو ته مان پاڻ سان ٻه- ٽي گل ڪٽان جي ابد تائين تازا رهن. ڇا منهنجي شاعري ٽوڪريءَ جو ڪم ڏئي سگهندي؟
- مان نٿو چاهيان ته مان پَنو پَنو ٿي ڇڻان ۽ مٽيءَ ۾ ملي وڃان. مون کي تيستائين پٽي وٺ جيستائين مون

۾ سگهنڌ آهي ۽ مان انهيءَ جي لائق آهيان تہ ڪنهن جي جوڙي ۾ ڪم اچي سگهان!

- موت ئي هڪ اٽل حقيقت آهي: اها حقيقت نگاريءَ جو حصو ڇو نہ ٿي سگهي ٿي پر ڇا حقيقت نگاري ان کي سمجهائي سگهيٰ ٿي؟
- ’ڪليات فيضي‘ جا ورق ورايم: ۱۷۳ صفحا تہ رڳو قصيدا هيا ۽ ٻيا غزل هيا.
- سئلويبرڊار ڊالي، هٽلر جي فقط هڪ تصوير ٺاهي هئي ۽ تنهن ۾ بہ بريچز ۾ هن جا ٽڙا هيا.
- هِتي نہ ڪوئي ڊيگال آهي ۽ نہ ڪنهن آندري مالرو جي حڪومت جي سربراهہ سان دوستي ٿي سگهي ٿي.
- اوشوءَ جو ڪيسٽ ٻڌي رهيو آهيان. مني ننڊ اچي رهي آهي.
- گرهڻ بہ هر ڪنهن کي تہ نہ ٿيندو آهي،
  چنڊ کي ٿيندو آهي يا سج کي.
- اڄڪلهہ پارسي گهٽ ٿي پڙهي وڃي، انڪري مان هن کي پنهنجي اڻڄاڻائيءَ تي مهٽو نہ ٿو ڏيان تہ هو لاهور ۾ ميان مِير تي حاضري ڀرڻ تہ ٿا پر اهو نہ ٿا ڄاڻن تہ داراشڪوه جيڪو ميان مير جو نهايت عقيدتمند مريد هو، فارسيءَ جو هڪ بلند پايہ شاعر بہ هو ۽ ڪابل ڏانهن جنگ تي ويندي هن جِتي جِتي بہ ڊيرو ڪيو هو اُتي هُن ويد فارسيءَ ۾

ترجمو ڪيا ها.

- مون ٻُڌو آهي تہ گذهہ ڪُرن سان ڏرتي تي ڪجهہ لکندو آهي. تو اهڙي تحرير ڏٺي آهي؟
- توتي مان ڪاوڙ ڪيان، توتي؟

ها... ها... ها... توکي اها خوش فهمي ڪيئن ٿي؟

- سولزي نتسن! تون سورنهن آنا صحيح هئين. مان پنهنجي غلطي مڃانِ ٿو.
- تون ڪارونجهر جي چوٽيءَ تي پهچندين تہ ازخود مور وانگر ٺهوڪا ڪندين.
- ڇا ڪنهن خوبصورت گل تي نظم 'ادب براءِ ادب' آهي يا 'ادب براءِ زندگي' آهي؟ ڇا گُل زندگيءَ جو حصو نہ آهن! مان تہ توکي رڳو چوان ٿو تہ ادب ڪنهن سياسي پارٽيءَ جو ڪارائو ڪمدار نہ آهي! اديب اُن پارٽيءَ سان متفق تہ ٿي سگهي ٿو پر هو اُن جو نعري بازي يا اشتهار بردار نہ آهي. ڇا شفق ۾ هَر- هاري زندگيءَ جو حصو نہ آهن يا هي شاعر جو ميز تي ڪنڌ جهڪائي صبح کان شام تائين لکي رهيو آهي ۽ جنهن کي نہ پنهنجي بک جو احساس رهيو آهي، نہ اڄ جو، ڇا انِ جي دل ۽ دماغ زندگيءَ جو حصو نہ آهن؟

تو زندگيءَ کي سمجهيوئي ڪيترو آهي جو تون "ادب براءِ زندگي' پيدا ڪرڻ ٿو چاهين؟ ڇا موت

ڪي سمجهڻ ڪان سوا، زندگيءَ ڪي سمجهڻ ممڪن آهي؟ ڇا شاهه جو رسالو فقط اِها سٽ آهي:

"سائين! سدائين ڪرين مٿي سِنڌ سُڪار"

۽ انهيءَ سِٽ ۾ اهو 'سائين' ڪير آهي؟ ڇا اهو 'سائين' جو ذڪر ادب براءِ ادب آهي يا ادب براءِ زندگي آهي؟ ڇا پنهنجيءَ ذات جي تلاش ۽ ان سائينءَ جي تلاش بُکئي پيٽ تي نه ٿي سگهندي آهي؟ دراصل اها ٿي ئي تن ڪي تسا ڏئي سگهندي آهي. ڇا اها تلاش زندگيءَ جو حصو نه آهي؟ اُن تي غور ۽ فڪر جڏهن ادب ۾ اچي ٿو ته اهو 'ادب براءِ ادب' آهي يا 'ادب براءِ زندگي' آهي؟

ڇا تون ڏيکو آهين جو اها پاجاري ڪنيو ٿو وتين جا تو لاءِ اٺويهين صديءَ ۾ سياست ناهي هئي؟ ادب زندگيءَ جو حصو آهي ۽ زندگي ادب جو حصو آهي. ۽ روح جي بُک جسم جي بک ڪان وڌيڪ بامعنيٰ آهي ۽ اها بک جيڪو ادب تخليق ڪري ٿي، تون اُنکي ڪهڙي زمريءَ ۾ رکندين؟ ۽ محبت ڇا آهي؟ ڇا اها زندگي نه آهي؟ هر محبت جو گيت 'ادب براءِ ادب' هوندي 'ادب براءِ زندگي' آهي. توکي سياسي شعبده باز رڳو لفظن جي جار ۾ ڦاسائن ٿا؟ ماني ٽُڪر ته ڪُتي کي به ملندو آهي، ڇا تون ڪُتو آهين ته اُن لاءِ ڀؤڪندو وتين؟ اُها 'هَذي مثان

هوڏ‘ سياست لاءِ آهي پر ان لاءِ سياست ڪافي نہ آهي ڇا؟ تون مصوري ۾ اُهي هڙئي ٻہ ڏيکاري سگهندو آهين، جي بکئي پيٽ ۾ آهن پر هي ٻائوريءَ جون تاريون يا سرنگهوءَ جا گُل جڏهن ڦٽي پون ٿا ۽ تون انهن جا گيت ڳائين ٿو تہ ڇا اهو ’ادب براءِ ادب‘ آهي يا ’ادب براءِ زندگي‘ آهي؟ ڇا اهو مينهن تون ٿو وسائين جنهن ۾ اهي ڦٽي پون ٿا؟ ۽ تون ڍَوَ ۾ ڏلهو ٿي انهن هينئان نندڙ ڪرين تہ ان کي زندگي چوان پر جي اُجهندي ۾ انهن جي سونهن ڏسان تہ ان کي ڇا چوان؟

ادب فقط ادب آهي. ان کي سياست جي ڪشڪول ۾ وجهين تہ تون ’وس وارو‘ آهين، پر اهو ڄاڻي ڇڏ تہ ادب فقط پيٽ جي پاند لاءِ نہ آهي. ادب ذريعو نہ آهي. ادب مقصد آهي، ائين جيئن خدا ذريعو نہ آهي پر مقصد آهي، خدا کان تون ’سنڌ سُڪار‘ جي دعا گهرين تہ مونکي اعتراض نہ آهي پر جنهن کان اها دعا گهُري رهيو آهين، اهو ادب جو موضوع نہ آهي ڇا؟ نظريا زندان نہ بڻاءِ! انهن مان نڪري اَءُ! ٻاهر ڪليل هوا آهي ۽ آسمان ۾ چنڊ وڃي رهيو آهي.

- شولو خوف! سوويت يونين جي ٽٽي وڃڻ کان پوءِ ’ڊان وهندي رهي‘ جون سڀ ڪاپيون ڊان ۾ ڦٽي ڪندا يا ڪٿي ڪنهن لئبرريءَ ۾ ڪائي

ڪاپي ملي ويندي؟

- فيض! جي تون جيئرو هجين ها تہ ڇا اڃا رسول حمزه توف جي واهيات شاعريءَ جو ترجمو ڪرين ها!
- شاعريءَ کي دُروپديءَ وانگر تاريخ سان داوَ ۾ نہ رکُ! پڪ سمجھہ تہ هارائي ويندين ۽ توکي شاعريءَ سوڏو بنواس پوڳڻو پوندو.
- منهنجي اکين سامهون چين جي اُنهن انقلابي شاعرن جو مجموعو پيو آهي، جن کي چانگ ڪائي شيڪ مارايو هو. مان تہ پانيان ٿو تہ اُنهن کي اُنهيءَ ڏينهن گولي لڳي هئي، جڏهن بيجنگ ۾ مائوءَ جي شاهي بُت کي ڪنهن گدام ۾ واڙيو هيائون يا هن جي زال کي ڇين ۾ ڦاهي چاڙهيو هيائون.
- ڪميونسٽ شاعرن مان رڳو پبلو نرودا بچي ويو ڇو تہ هن پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ پنهنجي سرزمين کي اوليت ڏني هئي.
- ميراجيءَ جا سمورا ۽ آرزو لکنويءَ جا ڪجھہ گيت اُردو شاعري آهي، باقي ڏڙ ريڊيو، سرُ ٻاڪرو آهي.
- اُردوءَ جي شاعر جگن ناٿ آزاد کي پنڊيءَ ۾ اگن ناٿ برباد پيا ڪوٺن. ضياءَ جي دؤر ۾ اهڙو ٽُز نالو مون پيو نہ ٻُڌو هو.
- هو پنجاب جو اردو شاعر مهيندر سنگھہ بيدي هو. جي وارث شاهہ هن جي شاعري ٻُڌي ها تہ هن جي

ڏاڙهيءَ کي باھ ڏئي ها.

- ڇا هي هندستان جا هندو يا سِک شاعر جي اُردوءَ ۾ شاعري ڪري رهيا آهن، اهو سمجهن ٿا تہ هو ڪنهن پاڪستاني مسلمان کي ريجهائي سگهندا؟ ڇا هو اهو سمجهن ٿا تہ اڄ بہ اردو جا اديب علامہ اقبال جا نظم: همالا، نيا شِوالا، ميرا وطن وهی هے، ساري جهان سے اچها...
تحسين جي نظرن سان ڏسن ٿا يا فقط هن جي ارتقائيءَ منزل سمجهي برداشت ڪن ٿا؟ ڇا هو ڄاڻن ٿا تہ اردوءَ جا اديب اڄ بہ هندستان کي دارالحرب سمجهن ٿا؟
- ن-م راشد جنهن جي وصيت موجب هنُ جي لاش کي جلايو ويو هو، ان پنهنجي آخري ڪتاب 'الانسان' ۾ پنهنجيءَ شاعريءَ کي اڳيئي چِتا تي چاڙهيو هو.
- خوشونت سنگهہ سان جڏهن فيض پنڊيءَ جي انٽرڪانٽيننٽل هوٽل ۾ مونکي واقف ڪرايو هو تہ هن پهريون سوال مون کان اهو پڇيو هو "تون پنهنجو شعر سنڌيءَ بدران اردوءَ ۾ ڇو نہ ٿو لکين؟" مون ان وقت محسوس ڪيو هو تہ برصغير ۾ واقعي سِک سڀ کان وڌيڪ بيوقوف آهن. مان ڀانيان ٿو تہ امرتا پريتم سِکڻي نہ آهي، يا رڳو سِک مرد بيوقوف ٿيندا آهن؟

- اجان منهنجي معتبريءَ جو قبو چنڊ تائين نہ پهتو آهي، اجا مون کي لڪٿو آهي.
- هي قدح اڳ تہ ساري عمر خالي رهيو هو. هاڻ تون بار بار ان کي شراب سان ڀري رهيو آهين ۽ منهنجو خمار لهي نہ ٿو لهي. هاڻي مون تو کي آغوش ۾ ائين آندو آهي جو اُتان پاڻ ڇڏائي ڏيکارين تہ توکي مڃان!
- دورِ جديد ۾ منهنجيءَ شاعريءَ جيان تو کي ٻيو جامِ جم نہ ملندو.
- اي سِتَ! تون آڙيءَ وانگر ٽُٻي ڏئي، ڪيڏانهن گم ٿي وئينءَ؟ مون هاڻي تہ تو کي ڏٺو هو!؟
- مايا ڪو فسڪي! تون هاڻي مونکي پُنيءَ ۾ چاقو هٽي، ڳائيندو وجي نہ سگهندين. ڇا توکي ان تي افسوس آهي؟
- وَرجل پهريون شاعر هو، جنهن روم جي شهنشاهہ آگسٽس جا گيت ڳاتا ها، ان ڪان پوءِ قصيده گوئي شاعريءَ جو حصو ٿي وئي آهي ۽ هاڻي ان کي، ادب براءِ زندگي، سڏيو ٿو وڃي ڇو تہ اها ڪنهن نہ ڪنهن جي سياست لاءِ ڪارائتي آهي.
- منهنجي ذات انهيءَ ڇيڇڙي وانگر آهي. جا سوين گنج شڪر ناهيندي.
- ڇا شيام جا سنک گنگا نديءَ ۾ پرواهہ ٿي، سمنڊ سان ملي ويا؟ پرائين ڪٿن هوندو؟ هو تہ پنهنجي

شـاعـريءَ ۾ اجا جي رهيـو آهي، جنهن ڪـنـي وقـت لوڙهي نـه سگهيو آهي. ڇا شاعر هتي نه هوندا آهن، تنُهنجي پرسان، جڏهن تون هنن جا گيت پڙهندو آهين؟ متان تون ڀانئين تـه مون سان گڏ منهنجا گيت پوري سگهندين؟ نـه، انهن لاءِ پن ڇڻ جي ڪابه منـد نـه آهي، منهنجا گيت اهو بسنت آهن، جنهن لاءِ ڪائي سرءُ نـه آهي!

- اي شـاعـري! ڇا تـون مـيـران وانـگـر آهين جا انـت ڪرشن جي مورتيءَ ۾ گم ٿي وئي هئي؟
- رات مـون فـردوسـيءَ ڪـي ننڊ ۾ ڏٺـو، چيـائين ٿي تـه ”تنهنجيءَ شـاعـريءَ ۾ نـقـاري جو آواز ڍرو ٿي ويو آهي. جي نقارو ڀرپور نـه وڄندو تـه جنگ جي تيـاري ڪير ڪندو؟“
- هي شـاعـري آهي ، ڪـائـي اسـپـتـال جي نرس تـه نـه آهي تـه تنُهنجي علاج ۾ تنُهنجي مدد ڪري!
- جي مـان تنهـنجي روح کـي زندگيءَ جي ڏبـڻ مـان ڇڪي ڪيان، تـه منهنجي شاعري سجائي آهي.

جي تنتي اُس ۾ تو کي اها بادل جي ڇانو وانگر لڳي تـه ان کـان وڌيڪ منهنجي شـاعـري تولاءِ ٻيـو ڇا ٿـي ڪري سگهي؟ باقي جي تنهنجا پير جَلي رهيا آهن تـه ڪِـٿان جتُي هٿ ڪري آءُ!

- هن ترڙي پنهنجو قلم تلوار وانگر ڪـڍيو ۽ هن ٻُڌ

مَرٽي پنهنجي جِيَ چاقوءَ وانگر ڪم آندي ۽ مان ڏڪ پچائي سوچان ٿو تہ منهنجو ڏوهہ فقط اهو هو تہ مون چيو هو: "مان آهيان" ۽ ان چوڻ لاءِ مون هنن کان اجازت نہ ورتي هئي!

- اي موهن ڪلپنا! تو تہ "سپوڻ" رسالي وارن کي لکيو آهي تہ شيخ اياز کي نوبل پرائيز ملڻ گهرجي. ڪهڙي نوبل پرائيز؟ پاڻ تہ آهيون وارياسي تي گُل، جنهن کي ڪولهي يا ڀيل پنهنجي پنهنجي گڏهڙي تان مُنهن ورائي ڏسندا ويندا، ۽ پوءِ گڏهہ کي اَڙي هٽي مَڙهي مان تڪڙو هليا ويندا.
- ڇا هي منهنجو تهجد آهي جو مان صبح جو ڇئين بجي کان اڳ ۾ اٿي ٿو لکان؟ جي ها تہ اي خدا! منهنجي عبادت جي انفراديت تي غصو نہ ڪجانءِ!
- مون زندگي ادب لاءِ سمجهي آهي ۽ پورا سٺ سال ڪنهن تلاش ۾ رهيو آهيان. اي خدا! ڇا اهي سٺ سال رڳو هڪ پِرَهہ وانگر هيا، جنهن جي ٽاريءَ ۾ تون رابيل جي گُل وانگر ڪڙيو آهين.
- مون تو کي ڪيترين گلاب دانيون تحفي ۾ ڏنيون آهن! جي انهن لاءِ مون پنهنجي لڳايل باغ جي ٻاهران بہ ڪجهہ گل پٽيا آهن تہ مون کي معاف ڪجانءِ! اهي گل ايترائي پيارا ها جيترا مون پنهنجي باغ ۾ لڳايا ها.

- هيل چار پنج پيرا وَهٽ ٽڪجي ٻيهي رهيو آهي، پر وري چڪر هلي ٿي، ڪنگريءَ تي ڪنگري پَرجي رهي آهي ۽ نيسر مان سَڄر پاڻي اچي رهيو آهي.
- هو ڪير آهي جو آسمان ۾ چولن تي مقيش پري رهيو آهي؟
- ڇا ڪبوتر کي اڏامندو ڏسي، توکي هن تي رشڪ نه ايندو آهي؟
- تون خوبصورت گُلن جي وچ ۾ ٻِرُ نـاهين تـه ڇا ان ڪري تون نانگ نه ليکبين؟
- تنقيد جڏهن گڏهه ڪندو آهي تڏهن اِتَ هٽندو آهي.
- اي خدا! مان تنهنجيءَ ترتيب جو زنده ثبوت آهيان. منهنجي شاعريءَ ۾ هڪ ست به نه آهي جا ٻيءَ ست سان نهڪي نه اچي.
- ازل جي مصرعن ۾ "مان" ۽ "تون" هم قافيا آهن.
- اي ازل ! ڇا تو هيءَ منهنجي شاعري اڳي ئي لکي رکي هئي ۽ رڳو منهنجي وجود جو منتظر هئين؟
- اي هرڻي! ڇا رڻ کُٽي ويو آهي؟ ڇا تون هر رُڃ مان پار وجي چُڪي آهين؟ جي هيءَ پاڻيءَ جي نهر سچي آهي ته تنهنجي تلاش پوري ٿي چُڪي آهي ۽ تنهنجو وڏيڪ جيئڻ اجايو آهي.
- هن دنيا سان موڪلائڻ وقت، تُنهنجي چُمي کُٽي نه ٿي کُٽي، اي ذات ! تو اهي چپ ڪٿان آندا آهن؟ نه

اهي پيئندي ٿا ٿڪجن ۽ نہ چشمو ٿو کُٽي !

- اي خدا! تون مون کي ايتري مهلت ڏيندين تہ منهنجي شاعري تو کي هڪ سجدو ڪري وَٺي.
- اي ازل! تو دسترخوان تي منهنجو ڪيترو ئَہ انتظار ڪيو آهي ۽ منهنجو حصو مون لاءِ بچائي رکيو آهي ! مان تنهنجو ٿورائتو آهيان.
- بـمبئيءَ ۾ مَرين ڊرائيورِ تي چوڏاري جهرمر هئي. آنءُ ۽ نند جوبري ناريل جو پاڻي پي رهيا هياسين. منهنجي چوڌاري وسيع سمندر هو جو ابدي اسرار وانگر ٿي لڳو. ڪوئي بہ آمر يا ڪائي بہ جابر حڪومت منهنجي تخليقي قوت کي دٻائي نہ سگهي هئي. رڳو شاعر ۽ عاشق ان جو اسرار پائي سگهيا ها. اوچتو نند جوبريءَ چيو: ”ڪيڏو نہ قيرو آهي تنهنجي سوچ ۾؟ ”آنءُ وويڪ آنند، سرچي وياسين سوچ ۾.“ سمجهين ٿو تہ تو ڪهڙي ڳالهہ لکي آهي؟“
- ڇا تون عرش عظيم تائين مقبرو ناهي سگهين ٿو؟ جي نہ تہ تون مون کي رڳو مٽيءَ ۾ لٽي ڇڏجانءِ!
- سمرسيٽ مام چوندو هو تہ آرٽسٽ لاءِ ڪسرنفسي روح جو فالج آهي. مان هن سان متفق آهيان.
- نہ وچون خود کي ڏنگيندو آهي ۽ نہ نانگ پاڻ کي چڪ وجهندو آهي ، ڇو تہ ٻنهي کي ضمير نہ هوندو آهي.
- هو شاعر جو گدو بندر ۾ چرين جو ڊاڪٽر هو، ان

جي ديوانگي بحروزن تي نہ هئي.

- وچ وچي شيريڻن ۾ دعوت ڪر. تنهنجي ڪتاب تي ان ڪان سنو تبصرو ڪهڙو ڪيان؟
- ڪير چوي ٿو تہ تون منهنجو همعصر آهين ؟ تون مون ڪان گهڻو اڳ ۾ پيدا ٿيو هئين جڏهن ماموين بہ اجا بيت نہ لکيا ها!
- الله جميل ويُحب الجمال

--- ۽ ---

”ڪُل نفساً ذائقتہ الموت،
توان اهي سٽون پڙيون آهن ؟
ڇا اهي ادب جو موضوع ٿي سگهن ٿيون ؟؟

- بيدل دهلوي ۽ غالب عظيم شاعر ها. انهن ڪهڙيءَ زندگيءَ لاءِ ادب تخليق ڪيو هو؟
- مون نرگس جو گل پٽي تو کي چيو:

”انڌا! توکي ڪهڙي خبر تہ منهنجي هٿ ۾ ڇاهي؟“

- توکي ڪهڙو نظريو ڇگو ٿو لڳي:

”ادب براءِ زندگي ”يا“ زندگي براءِ ادب،“

- ڇا پٽائيءَ جو ڪلام، ادب براءِ زندگي هو يا ” ادب براءِ خدا“ هو، يا پيئي هو ؟
- تو ڪيترو ئي وقت گُل مهر جا ڳاڙها گل پسند ڪيا ها، هاڻي هي املتاس جا پيلا گل بہ ڏسُ ! ڪيڏا نہ خوبصورت آهن!

- منهنجا سيني ڪان سنا شعر اهي آهن جي ٿر جي گلن ۽ ٻوٽن ۾ انهن مٿان شفق جي رنگ جي ٻاري ۾ آهن. مارو ۽ ڏُٿ تـه چڱا آهن، پر انهن گلن ۽ ٻوٽن ۾ ڳالهه ٻي ٻي آهي.
- هي ٻار گُل ڪِان بـه وڌيڪ خوبصورت آهي، تون ان تي لکين يا گُل تي، اها تنهنجي مرضي آهي.
- اي شاهجهان ! منهنجي شاعريءَ ڪيئي تاج محل اڏيا آهن پر اُن کي هر سال نئين ممتاز محل گهربي هئي. ڇا تون هڪ ممتاز محل مان ٿڪو نـه هئين؟
- چوندا آهـن تـه ڏاک جي ول جي پاڙ ۾ رت وجهـبـو آهي تـه ڏاک ڳاڙهي بـه ٿـيـنـدي آهي ۽ مـٺـي بـه، اي شاعري! ڇا تون انهيءَ ڏاک جي وَل وانگر نـه آهين؟
- اي سٽ ! مان ڇا ڄاڻان تہ تـون ڪـٿـان ٿـي اچين؟ ازل جي ڪابڪ تي ڪروڙين ڪبوتر غٽرغون ڪري رهيا آهن.
- اي.شاعري ! ڇا تون اهو بـه غرور ٿي سمجهين جي مان چوان تـه مون وانگر توسان ٻي ڪنهن نـه نڀايو آهي ؟
- اي ٿـر جي ريت ! برسات ڪانپوءِ توتي وڌيڪ ٻوٽا ڪڙيا آهن يا منهنجيءَ شاعريءَ ۾ ؟
- مُنهنجي شاعري منهوڙي جي انهيءَ پهاڙي وانگر آهي، جنهن سان سمنڊ جون ڇوليون ٽڪرائي، موٽي ويندیون آهن.

- اي لاڙ جي هوا ! تو منهنجي شاعري ڏٺي آهي؟
- ” ڪويل ڪوڪي رهي آهي.“

” ڪويل جي ڪوڪ مستقبل ڏسي سگهندي آهي. ان ۾ اهو لرزندو آهي ۽ ان کي ڪائنات جا ڪَن ٻُڌي سگهندا آهن.“

- بحروزن جا مشتاق ! چوپڙ کيڏي رهيو آهين !
- توکي رياض سان عظيم موسيقي نہ ملندي جيستائين اها انهيءَ نطفي ۾ نہ هوندي، جنهن مان تون پيدا ٿيو آهين !
- ستارَ هڪ حاملا عورت وانگر لڳي رهي آهي.
- چنگ جي چُمي! الامان! قيامت جي آڳ ڀڙڪي اٿي!
- مون کان پُڇي رهيو آهين تہ چنڊ تنها ڇو رُلندو آهي!
- ڇا تو قلم کي ڪاغذ تي سجدو ڏيندي ڏٺو آهي؟
- ڇا تو اردو غزلن جون هينيون سٽون ٻُڌيون آهن:

پھونکوں سے یہ چراغ بجھایا نہ جائے گا؟
اس گھر کو آگ لگ گئی گھر کے چراغ سے..

- مان رات جو لالٽين کڻي سارو شهر گهميو آهيان.

واڙا تہ لکين آهن پر ماڻهو هڪ بہ نظر نٿو اچي!

- آءُ! ڪوثر ۽ تسنيم ۾ وهنجي وٺ!

ڪيئن چئجي تہ مان اجا ڪيترو وقت شاعري ڪندس!

- مون لاءِ ڪنهن بہ همر عصر جي اهميت نہ آهي. اهي قلمڪار اُس ۾ مِٽيءَ جا ذرڙا آهن جي ڪمري ۾

مـنـگـهــ مـان ايـنـدي ڏيـڪـاري ڏيـنـدا آهـن. هـا ، هـو جيڪڏهن چڱا انسان آهن تہ مون لاءِ معنيٰ رکن ٿا.

- قطب مينار جيڏو ڊگهو ٿيڻ بہ چڱو نہ آهي !
- تون منهنجي لاءِ سازش پئي ڪئي پر تو کي خبر نہ آهي تہ موت توکان بہ وڏو سازشي آهي جنهن جي سازش کان ڪا پناهہ نہ آهي.
- اکرن ۾ اڙجي، عشق جي چاڙهي، زنجير ريڙهيندي چڙهي رهيو آهيان!
- روحل فقير! تنهنجي ڪندڙي، مَندڙي نہ آهي. اها تيز ورانگهون پائي پنهنجيءَ منزل ڏانهن وڌي رهي آهي.
- غالب! جي صرير خامہ نوائي سروش آهي تہ پو تو پنهنجي ديوان ۾ پاڻ ڪهڙا ڦاڙها ماريا آهن ؟
- فقط گنجِ سان ڪوئي داتا گنج بخش تہ نہ ٿو ٿئي!
- شمس تبريزي! تون پاڻ سج آهين، توکي ٻي ڪنهن جي روشنيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟
- هان ! تون پلي ڏرتي ڪڻ ! مان آڪاش ڪٽان ٿو! چنڊ ستارا ڪٽان ٿو، اپار ۽ اننت ڪٽان ٿو!!
- جيستائين شاعريءَ کي الهامي ڪيفيت نہ آهي، اها تڪبندي آهي.
- آرٽ عبادت آهي، شايد ان ڪان چڱي عبادت ڪا ورلي هجي!

- حافظ، فلسفي تہ ناڪام رهيو پر جي مان رازِ حقيقت کولي ڏيکاريانءِ!
- غالب! تنهنجي اڳيان دنيا بازيچءِ اطفال آهي، مون لاءِ رسيءَ تي ناچ آهي. پير ترڪيو تہ هَڏَ گُڏَ ڀڄي پوندا!
- جگرمراد آبادي! شاعري شراب آهي، شراب شاعري نہ آهي، مان توکان وڌيڪ مدهوش آهيان!
- لپو لڳو اتي جو ٽپو لڳو اتي!

  اي اديب! بنا ٽپي تڳي ڏيکار تہ توکي مڃان!
- نرگس لطيف مون کي منهنجو شعر ڳائي ٻڌائي رهي هئي. هن جو آواز ائين ڏکي رهيو هو، جيئن نئين دندان ساز جا هٿ ڏند ڪڍڻ وقت ڏڪندا آهن. شايد ان ڪري جو شاعر اياز گل مون وٽ ان وقت ويٺو هو!
- اڄ تون نئين ڪائنات ناهي رهيو آهين يا شاعري ڪري رهيو آهين؟
- اي مصور ! تون خدا جي تصوير ناهڻ ٿو چاهين؟ تو سانوڻ جي سانجهيءَ ۾ شفق جو رنگ ڏٺو آهي؟
- اڄ تہ اُن مورتيءَ کي تراشيوَن جنهن کي ڪوئي بہ تراشي نہ سگهيو آهي! اي مائيڪل اينجلو! پٿر جي تراش خراش ايتري ڏکي نہ آهي، جيتري لفظن جي. قلم کي لفظن جون چنڊڙيون لاهڻيون نہ ٿيون پون!
- جيئن قلندر جي درگاهہ تي ڌمال وڄندي آهي، ان

ڪان بہ تيز ڌمال منهنجي من ۾ وڄي رهي آهي.. تو
ڇا سمجهيو آهي؟ شاعري ڪا آسان ڳالهہ آهي!

- تون منهنجون ويهہ پيڙهيون جاچيندين تہ توکي پتو نہ پوندو تہ مون هيءَ شاعري ڪٿان آندي آهي؟ ها ايڪويهين پيڙهي تہ راجا ڏاهر ڪان بہ پنتي ٿي وڃي ۽ ان جو مون کي پتو نہ آهي.
- ڇا سنڌي محققُ صحيح آهن جو انهن فقط مري ويل شاعرن ۽ اديبن جي ساراهہ ڪئي آهي ؟ ڇا مون جيئرن جي ساراهہ ڪري غلطي ڪئي آهي؟
- هو منهنجي موت ڪان پو چوندا: ”ڇا هو مري ويو؟“ ۽ پو پنهنجي گريبان ۾ منهن وجهي، ان ڇيهي تي سوچيندا جو هنن کي رسيو آهي. هيءَ وڪئي وزير جي قوم آهي، جنهن اروڙ جا اهي دروازا اندران کولي ڇڏيا ها، جن کي منجنيق ٽوڙي نہ سگهي هئي.
- تون پرائي يا پنهنجي نالي ۾ مون تي جيتري بہ تنقيد چاهين ڪري سگهين ٿو. مون کي ايترو وقت نہ آهي تہ توکي جواب ڏيان. هر پيري منهنجو جواب منهنجو هڪ نئون ڪتاب آهي.
- فالج زده اديب! تو منهنجي بي سبب گلا ڪئي آهي، پر پو بہ مون کي تنهنجي ڇڇريل زبان تي رحم اچي رهيو آهي. منهنجي توکي دعا آهي تہ تون چڱيءَ طرح ڳالهائي سگهين ۽ خدا توکي تنهنجي حسد جي

اظهار جو پورو موقعو ڏي!

- منهنجي شاعري سنڌ لاءِ ديوار چين وانگر آهي. ان کي ڪوئي مِٽائي نٿو سگهي. تنهنجي سرحد جو تحفظ تنهنجي سياست نہ، ثقافت ڪري سگهندي.
- ڪبير جو راڳ ”گهٽ گهٽ ۾ پنڇي بولتا“ هلي رهيو آهي ۽ مان ڪبير کي چرخو ڪتيندو ڏسي رهيو آهيان ۽ هن کان پڇي رهيو آهيان، ”هڪ گهٽ تنهنجو هيو، ٻيو مُنهنجو آهي. ٽين پنڇيءَ ۽ ان جي گهٽ جو نالو اچيئي ٿو؟
- مون اوهان کي شاعريءَ ۾ ڀٽائي، سچل، سامي بہ ڏنو آهي تہ اڪويهين صدي بہ ڏني آهي.
- هر جينيس پنهنجي دؤر کان هڪ سئو سال اڳي پيدا ٿيندو آهي ۽ اُن ڪري هُن جا همعصر هن جي قدر و قيمت نہ ڪري سگهندا آهن.
- پڪاسو لاءِ چيو ويو آهي تہ جيستائين سگريٽ جا ٻہ سوٽا هٽندو هو، تيستائين هن جي تصوير تيار ٿي ويندي هئي. مان ڀانيان ٿو منهنجي شاعريءَ ۾ بہ هن جي مصوريءَ واري تيزي آهي.
- يسوع! توسان گهٽا ساٿي ها؟ ۽ تنهنجي مصلوب ٿيڻ کان اڳ واري رات جو جڏهن ڪڪڙن ٽي دس هنيا ها تہ گهٽا وچي رهيا هئا؟
- ڪوئي بہ پنهنجي آتم ڪهاڻي تاريخ وار لکي نہ

سگهندو آهي، جيستائين ته هن روزاني ڊائري نه رکي هجي، نـه تـه زندگيءَ جون يـادگـيـريـون اڳتي پـنـتـي ترمرائيندڙيون آهن.

- "انالله وانا عـليـه راجعـون" ، جهڙي مـتـرنـم ۽ معنيٰ خيز سٽ نه مون شاعريءَ ۾ ڏٺي آهي، نه فلسفي ۾، نه ادب ۾.
- سپاٽي جو نيڪو توکي ڪنهن ڏنو آهي؟ تون سپاٽي لاءِ اڄ ڪي ڇو ٿو ضايع ڪرين؟
- هن وقت، هن گهڙيءَ جو ڪجهه ڪرڻو اٿي ڪَري وٺ ۽ پوءِ گهڙيءَ جا گهڙيال ٻُڌ!
- شاعري تـه رقص آهي. تون شعر لکي رهيو آهين يا ٻار وانگر بانبڙا پائي رهيو آهين!
- منهنجا نقاد! لغڙ وانگر گهت اڏام! ڪٿي ڏور نه ڪٽجي وڃيئي!
- ايمر ڪمل! سڄي عمر ٻوليءَ کي مانجهي وانگر مليو اٿي! اڃا تنهنجي اڏام تـه نظر نٿي اچي .
- سـتـون ائين ٿـيـون اچن جيـئـن لاهـور ۾ بـسـنـت ملهائيندا آهن.
- هي شـاعـري آهي، درزيءَ جي گـزي نـه آهـي، جنهـن سان ڪپڙو ڪڇي رهيو آهين.
- جي شـاهه لطيف تارازيءَ جي هڪ پُڙ ۾ هجي ۽ ٻي ۾ مان هجان تـه تارازيءَ جي ڳني ڀڄي پوي !

- منهنجي شاعري؟ سانوڻ ۾ سنڌو ڏني اٿي؟ ۽ اها چانڊوڪيءَ ۾ گجگاٽ ڪندي وڃي تہ ڇا ڇئجي !
- هر تهجدگذار کان اڳ ۾ اٿي مان شاعري ائين ڪيان ٿو، جيئن ماڻهو عبادت بہ نہ ڪندا آهن!
- ڇا مان ۽ حافظ همعصر هياسون ؟ڇا مان ۽ گوئٽي همسفر هياسون؟ جي نہ تہ هو ٻئي مون کي ائين ڇو لڳي رهيا آهن!
- ازرا پائونڊ وينس جي پُل تان لٽ تي ٽيڪ ڏئي، ڪُبڙو ٿي وڃي رهيو آهي، اوچتو هڪ سوال هُن تي وڄُ وانگر چمڪي ٿو، "ڇا هن موت کي سمجهيو آهي؟ يا هن ساري زندگي رڳو شاعريءَ ۾ اجائي وڃائي آهي؟"
- بيڪس روهڙيءَ ۾ سنڌوءَ جي پرَ تي ويٺو آهي ۽ سامهون ڪائي عورت پاٽيءَ ۾ وهنجي رهي آهي. هو هُن ۾ ڇا تڪي رهيو آهي؟ ڇا هن جو ويس ڏسي رهيو آهي جو هُن جي ڇاتيءَ تي چنبڙي پيو آهي يا هو ان کي ڏسي رهيو آهي، جنهن اها خوبصورت ڇاتي ٺاهي آهي؟ يا اهو سوچي رهيو آهي تہ هُن اها ڇاتي انهيءَ لاءِ ٺاهي تہ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڇٽي پوي، جيئن پرَ تي بيٺل انب جي وڻ مان ڦل پچي ڇٽي پوندا آهن؟
- تون ڇا پڙهي، ڇا پڙهندين؟ دل جي ڦرهيءَ تان سڀ

ڪجهہ ميساري، ان کي اجاري ڇڏ !

- تون وارياسي جو گل آهين اتر واءُ ۾ نيٽ تہ ڇٽي وينديئن! پر جيستائين آهين شفق توکي ڪيڏيون نہ چُميون ڏئي رهي آهي ۽ مينهن ڦُڙا توتي ائين لارون ڪري ڪرن ٿا جڻ تہ آسمان خوشيءَ ۾ لڙڪ وهائي رهيو آهي!
- لاهوت لامڪان ۾ پاڻيءَ جو چشمو وهي رهيو آهي. هي پکيئڙو ان مان گهڻو بہ گهڻو پيئندو؟
- ڇا ڪنهن ڪنهن روح ۾ ساڻون بارنهن ئي مهينا رهندو آهي؟
- منهنجي ڪويتا! ڇا توکي ميران جو يڪتارو هٿ اچي ويو آهي جو لڳاتار نچندي ڳائي رهي آهين؟
- نچُ نچُ! هي پيرَ وري تو کي نہ ملندا ۽ نہ وري ڌرتي ئي انهن جي هينان سدائين هوندي.
- ڇا تون ٽئگور کان وڏو ڪوي ڏسڻ چاهين ٿو يا تنهنجين اکين ۾ ايتري همت نہ آهي ؟
- چيتنيہ! تون مون ۾ ائين نچي رهيو آهين، جيئن واءُ ۾ گل نچندا آهن ۽ ٿڪبا نہ آهن.
- چيتنيہ نچي رهيو آهي، ميران نچي رهي آهي، منهنجي شاعري نچي رهي آهي، تنهنجي دوارتي جو اجا ڪليو نہ آهي.
- جڏهن گهنگهور گهٽائون اُپرنديون آهن، تڏهن تو مور

ڪي ڪارونجهر تي نچندي ڏنو آهي؟ جي ها تہ تون منهنجيءَ شاعريءَ کي سمجهي سگهندين.

- هي شاعريءَ جا ڪانگهارا گوها آهن.
- ڪنهن مون کي چيو تہ ”محمود درويش چيو آهي تہ شاعري مون کي سالَ ڇڏي ويندي آهي پر پوءِ ايندي آهي تہ مينهن وانگر ايندي آهي!“

مون جواب ڏنو، ”ائين تہ مونسان اڳ ٿيندو هو، جڏهن محمود درويش شاعري شروع نہ ڪئي هئي. هاڻي تہ مون تي شاعري چيراپونجيءَ جي مينهن وانگر وسي رهي آهي.

- ادب سان آءُ! پٽائي پيهر دنبورو وڄائي رهيو آهي! ڏسين نہ ٿو تہ وڻ ادب سان بيٺا آهن ۽ ستارن اکيون ڇنڀڻ ڇڏي ڏنيون آهن.
- ادب سان آءُ! هتي حافظ ۽ خيام بہ ڪنڌُ جهڪائي ايندا آهن، تون ڪير ٿيندو آهين؟
- ننڍي هوندي مون کي سعديءَ چيو: ”نينگر مون کان هڪ ڳالهہ سکي ڇڏ! جيستائين تنهنجي ڪڇ ۾ ڪتاب آهن، تيستائين ڪجهہ نہ سکي سگهندين. هي ديو دار جو درخت ڏسُ! ان جو هر ورق ڪردگار جو دفتر آهي!“ پر مون هُن کي نہ ٻڌو ۽ پنا اٿلائيندو رهيس ۽ عُمر اچي اختتام تي پهتي آهي.
- هي مون مان ڪير لکي رهيو آهي. مون کي تہ ننڍ

جا گهيرٽ اڇي رهيا آهن پر منهنجو قلم ريت تي ڊوڙي رهيو آهي، هرڻ وانگر !

- منهنجي اندر ڪهڙي مانسرو ور آهي جا ڪُني نہ ٿي ڪتي ۽ جنهن مان اڪيچار نديون وهي رهيون آهن!
- امير خسرو نظام الدين اوليا جي مزار پرسان ويٺو آهي ۽ سوچي رهيو آهي تہ ڇا اهو سڀ ڪجهہ منهنجي غزل ۾ آهي جو هُن ڄاتو هو؟
- بيدل دهلوي! ڇا غالب تُنهنجو همعصر هو؟ ۽ اقبال بہ؟ ڇا هي زمان ۽ مڪان جو فاصلو نظر جو فريب آهي؟
- ليونارڊو ڊاونچي! تو مونا ليزا ناهي، جنگ لاءِ توب ڇو ناهي؟ ڇو ناهي، ڇو ناهي!!
- ڪي ڪي خواب سچا هوندا آهن، منهنجيءَ شاعريءَ وانگر.
- بت تراش ! آءُ تہ هن بُت کي آزاد ڪيون جو پٿرن ۾ قيد آهي.
- اي رات! ڪيترو جلدي ٻارنهن وڄي وڃن ٿا. ڪاش! ڏينهن ۾ ٻارنهن سو ڪلاڪ هجن ها!
- اينتري اُڄ! ساري دنيا جا مئخانا ڪپي ويا آهن پر تُنهنجي اُڄ نہ ٿي لهي ۽ تون تہ تيڙ بہ نہ ٿو ڪائين!
- اي شاعري! ڪشتيءَ نوح وانگر مونکي ڪهڙي ارارط پهاڙ تي ڪٺي آئي آهين ۽ اها هر شيءِ بچائي اٿي جا بچائڻ گهرجي.

- اي خدا! مون کي سڄي هٿ ۾ آڱريون پنج آهن يا پنج ڪروڙ؟ هاٿي تہ جڻ انهن مان سڄ جا ترورا نڪري رهيا آهن!
- اي وڄ ! ايترو نہ ڪِلُ جو تون روئي پئين!
- اي هرڻ ! هيءَ تہ رڃ آهي پر تون اجايل آهين، ڪٿي ٿو مچيندين!
- ”پکا ڏار، اڏاٽا ڀِيرا،“ ڏار هڪ تہ نہ آهي، ڪيئي آهن. چڱو جو ڀِيرا آزاديءَ جي هوا تہ ماٺي سگهيا.
- هُو اهو شهاب ثاقب هو جو اجهاميو ڪونہ.
- اجا پرهہ جا پکي، چون، چون، ئي نٿا ڪن تہ مان اٿي تنهنجا گيت ڳايان ٿو، تون جو منهنجو آواز بہ آهين، گيت بہ آهين ۽ منهنجو ’مان‘ بہ آهين. مان موت کي ڏکو ڏئي، چوان ٿو، ”اجا ترس! منهنجا گيت پورا نہ ٿيا آهن.“
- صبح جو سمنڊ تي سج ايري ٿو تہ پاڻيءَ تي اربين چانديءَ جا سڪا چمڪن ٿا ۽ جڏهن لهي ٿو تہ لهرون ڪروڙين اشرفين جي ٿيلهين جا منهن ڪولي ٿيون ڇڏن. تو مون کي ڪيڏي دولت عطا ڪئي آهي، منهنجا خدا! دولت، جنهن کي بيوقوف ماڻهو اک کڻي نہ ٿا ڏسن!
- ادب مضراب آهي، تلوار نہ آهي. تون ان کي خون آلود نہ ڪر!

- مان ڪيئن چپ سبي ڇڏيان، مان جو جيئرو جوالا مُکي آهيان.
- جيئن ميران ڪرشن جي مورتيءَ ۾ سمائجي چُڪي هئي، ايئين مان پنهنجيءَ ڪلا ۾ سمائجي چُڪو آهيان. موت به مون کي اُن ڪِان ڌار ڪري نه ٿو سگهي.
- مان چوان ٿو ته ايترو ڳايان، جو نغمهءِ دائود جئن اپري اچان! پر تون منهنجي انا ڪڏهن پوري ڪندين؟ هي ساز ته ڇاڻ پڳو، ان کي منهنجون هٿيليون آڱريون ڪيستائين هلائي سگهنديون؟
- اي غالب ! هن کي سمجهاءِ ته ورديون خاڪ ۾ ملي لاله و گلُ ۾ نمايان نه ٿينديون آهن !
- منهنجي شاعريءَ لاءِ ٿو پڇين؟ تون ڪڏهن قونيه ويو آهين؟ تون روميءَ جي مزار تي رقص- درويشان ڏٺو آهي؟
- ساري ڌهر ۾ ڏيئا جهرمر ڪري رهيا آهن: مون ته فقط هڪ وَٽ جلائي هُئي!
- منهنجو نظم مور جو رقص آهي، نثر تِتر جي اُڏار آهي.
- هو ڪيڏو نه خاموش آهي، پر هُن جون اکيون ڪيڏي گويائي رکن ٿيون!
- موت زندگيءَ جو آخرين مصور آهي.
- موت لاءِ زندگيءَ ڪان وڌيڪ آئينو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟

- عـزازيل دمر بخود بيـنـو آهي ۽ سـوچي رهيـو آهي: ”هي تہ اجا لـکي رهيـو آهي. هن جي ڪمر ۾ رُخنو ڪيئن وجهان!“
- مـيـان مـوت! لاشـاري تـي بہ رحـمر نہ ڪـاڏُ! هـو تہ زندگيءَ تان گهورَ ٿي ويو.
- واريءَ تي روجهہ پنهنجو پاڇو ڏسي سـوچي رهيـو آهي تہ ”هي ڪير آهي جو مون سان گڏ ٿو هلي ۽ منهنجي پڇر نہ ٿو ڇڏي؟“
- مون ڪان حافظ عالمر برزخ ۾ پڇيو: ”دنيا ۾ مون جو تـوکي پـنـهـنجي نـئين غزل جو مطـلع ٻڌايـو هـو، توکي اهو ياد آهي؟ ڪاش مان اهو غزل پورو ڪري سـگهـان ها ۽ ان جي مـقطع ۾ پنهـنجو تخلص آڻـي سگهان ها!“
- تـخلص ڪا شيءَ نہ آهي، جيڪي آهي غزل آهي.
- آءُ تہ اياز جو غزل پڙهون! ان جا مـصـرعـا ائين آهـن جيئن ڪوهہ ۾ ڪنگريون مالهہ تي ڦرنديون آهن.
- اي خسرو! توکي هن گوريءَ جي سر تي گهڙو رکي اُڃ لڳي آهي يا تو اُڃ جو بهانو ٿو ڪرين جيئن اها ڪَهہ مڪرني پيچي سگهين جا هُن جي ڪجرين اکين ۾ آهي ؟
- هي قلمر تہ ڪائنات بہ اڏ ڪري سگهندو آهي! ڏيکار پنهنجي ڪرامت!

- تون پنهنجي ڪيفيت بيان ڪر! اها فتوي مون کي ڏيڻي آهي ته تنهنجي شاعري الهام آهي يا نه آهي!
- سنڌ ۾ ٿانڊاڻي کي ڪوهه ڪڏ ڇو چوندا آهن؟ هو ته روشني هوندو آهي! شايد هو ڪوهه ۾ ڪڏ کان بچاءُ هوندو آهي؟
- شاهجهان! مان نئون تاج محل ٺاهي رهيو آهيان، ان لاءِ مون کي ڪنهن ممتاز محل جي ضرورت نه آهي.
- ڏس مان اڪيلو اجنتا ٺاهي رهيو آهيان. منهنجو ڪوئي هٿ ونڊائڻ وارو نه آهي!
- ان مان جان ڇڏاءِ! هيءَ شاعري توکي ارڙ نانگ وانگر وڪوڙي ويندي ۽ توکي نهوڙي رکندي.
- پيغمبري شاعريءَ کان گهٽيون وکون دور آهي!
- اي رات جا پکي! ڏينهن پنهنجو چار وڇايو آهي. هاڻي آکيري ۾ ننڊ ڪر!
- ميان! شاعريءَ جي ائين ڪاهي ڪڍ پيو آهين ڄڻ اها هرڻي آهي ۽ رڻ ۾ ڇپي ويندي! ڪجهه ننڊ ڪر! ڪجهه ننڊ ڪر!!
- وَج ڙي وج! تون ملڪ الموت آهين! وڏو آيو آهين مون کي ڊيڄارڻ وارو! منهنجو هر شعر توکان ڏاڍو آهي.
- زندگي! تو مون کي شاعري سپرد ڪئي آهي. شاعري! مون توکي زندگي سپرد ڪئي آهي.
- ڇوَن ٿا ته ڪويل ڪوڪي ڪوڪي مري ويئي.

بادلن جو هانءُ ڦاٽي پيو ۽ مينهن اچا تائين اوڙڪون ڪري وسي رهيو آهي.

- ها، ڪنهن وقت خليل جبران ۽ رابندر ناٿ ٽئگور به هيا، پر انهن سان منهنجو ڇا؟
- شاعريءَ جو معراج ڏسندينءَ! منهنجي گهر آءُ، ٻه چار گهڙيون مون سان گذاري ڏس!
- ڪائنات ۾ ٻين شاعرن لاءِ ڪجهه ڇڏيندين يا سڀ ڪجهه لکندين؟ باک ٿي آهي، پکي اٿيا آهن، تنهنجي ننڊ جو وقت ٿي ويو آهي، بند ڪر پنهنجو بياض!
- باز نه ٿاساءِ! اهي آسمان جا دوست اٿي! بادل انهن سان جُهڪي ملندا آهن.
- سامي! هل ته هاڻيدر تي چاءِ پيئون ۽ پنهنجا باقي سلوڪ ٻُڌاءِ، جي هوا ۾ هُرن ٿا پر تنهنجي ڪتاب ۾ شامل نه ٿي سگهيا آهن.
- ”ڇا تون ٻڌائيءَ ڪان وڏو شاعر آهين؟“

”وڏو! مان هُن ڪان وڏو شاعر ته نه آهيان ۽ نه ڪوئي مون ڪان وڏو شاعر آهي؟“

- مون ڪي ٻه اپائي سٺو سال ته ڏي! اگ ۾ فتوي ڏئي بي انصافي ڪري رهيو آهين!
- برُوٽس! سيزر جي موت تي خوش نه ٿيءُ! تُنهنجي پنيان به موت خنجر ۾ هٿ وجهي بيٺو آهي.
- ”گدا،“ سانگيءَ چيو: ”هي قافيا تو ڪُتَن جي لوڏ

وانگر ڇو ڪنا ڪيا آهن؟ ڪنهن جو شڪار ڪرڻو اٿي؟"

- پٽائي! مون به پوري ديگ چاڙهي آهي ۽ ان جو ڏڪُ به آنءُ ئو لاهي وجان!
- "تمر! وڄ، وڄ!" پٽائيءَ چيو "تولاءِ سارو جهان پيو آهي. مون کي پٽ تي ڇڏي ڏي! پر ڇا تون ڄاڻين ٿو ته هيءَ پٽ ساري جهان کان وڏي آهي؟ تون ان تي ساري عمر هلندين ته به ان جي توڙ تي پهچي نه سگهندين."
- گوئٽي! جوانيءَ ۾ انسان اهڙيون حماقتون ٿو ڪري جو جيڪڏهن آنءُ تُنهنجي جاءِ تي هجان ها ته جواني ڪڏهن به موٽائي نه گُهران ها!
- سنڌ جون لوڪ ڪهاڻيون امرتا جا ڪيئي روپ ته آهن.
- منهنجي شاعري شفق کي گانءِ وانگر ڏُڌو آهي ۽ هاڻي سڀ بالٽيون پرجي چُڪيون آهن ۽ رات لهي رهي آهي.
- هيءَ پيريءَ جي شفق آهي يا ٽر جي ڳاڙهي گانءِ ڏيپي رهي آهي.
- هل ته هن جي جنازي نماز لاءِ هلون. هي حافظ وانگر غرق گناهه ته هو پر ڪوئي بهشت جو دروازو پٽي هُن جو انتظار ڪري رهيو آهي.
- پٽائيءَ چيو: "وڳنڌ! توکي معلوم آهي ته جڏهن کان

تنهنجا پوڳ بند ٿيا آهن، تو نڪاوَ ڏيڻ شروع ڪيا آهن!"

- علامہ اقبال! نمرود جي آگ اجا وساڻي نہ آهي. اڄ تہ ان ۾ بيٺي خطر ٽپي پئون!
- بُلهي شاهہ! ڇا تاريخ ۾ ڪوئي اهڙو دؤر آيو آهي، جڏهن ڪتا ڍونڍ جا طالب نہ ٿيا آهن؟
- "تَمر اُٺ! اجا سُتو پيو آهين!" پـٺائيءَ چيو، "اڄ قيامت جو پيو ڏينهن آهي."
- هو ڇَر بہ ڇَرچو ڪري رهيو آهي!
- فقط چرچي ڪرڻ سان ۽ پرچي ڪڍڻ سان نہ ڪوئي صاحبِ مزاح ٿيندو آهي ۽ نہ صحافي ٿيندو آهي.
- سـقطيءَ کان ڪنهن پڇيو "ڇا هڪ مريد جو رُتبو پنهنجي روحاني مرشد کان بلند ٿي سگهي ٿو؟" هُن چيو: "ها، ان جو واضح ثبوت حضرت جُنيد جو مرتبو آهي، جو مون کان بلند آهي."

منهنجي شاعريءَ تي تبصرو ڪرڻ وارا ڪڏهن ان ڳالهہ تي ضرور سوچجانءِ!

- ادبُ سان پَٽَ تي ويهہ! تو کي معلوم آهي تہ تُنهنجي سامهون اڪويهينءَ صديءَ جو عظيم ترين شاعر بيٺو آهي!
- "اڙي! مان انت ڇا آهيان؟ قبر ۾ ڪجهہ هڏا؟ آخر منهنجي شناخت ڪهڙي آهي؟"

”اوهان جي قبر تي پٿر جو ڪُتبو هوندو ته هتي شيخ اياز آرامي آهي.“
”پر جيڪڏهن ڪوئي ستم ظريف اُهو ڪتبو لاهي ڪنهن گمنام ماڻهوءَ جي قبر تي هڻي ڇڏي ۽ منهنجو نام ونشان نه رهي ته پوءِ؟“

- ”سچل سرمست ! هو تنهنجي شاعريءَ کي موڙي توڙي رهيا آهن، ڇا تون انهن کي موڙي توڙي نه ٿو سگهين!“
- وان گوگ! جنهن وقت مون سورج مُکيءَ جي کيت تي سج لهندو ڏٺو آهي، ان وقت مون کي ڪائي سارَ ايندي آهي، هوا جي جهونڪي وانگر ۽ مون کي يونچ سمنڊ جي ڪنهن پيٽ تي ڪٽي ويندي آهي.
- آرٽ ئي اها شيءِ آهي، جنهن مان ڊَوءُ نه ٿيندو آهي.
- ڪويتا لاءِ اُج مون کي جنم جنم جي چڪر ۾ آڻيندي! ڇا اهڙو ڪوهه آهي جيڪو اها اُج بجهائي سگهي؟
- رباني مون کي چوندو هو ته جي تُنهنجو فلاڻو دوست آهي ۽ تون اجا مُئو نه آهين ته تون امر آهين !
- تو دوستو وسڪي جي ناول آسيب زدي (possessed) ۾ هڪ ماديت پرست جو ڪردار پڙهيو آهي، جو چُرچَ ڏئي عوام کي اياري مشتعل ڪري سينٽ پيٽر سبرگ کي باهه ڏياري پاڻ ريل ۾ چڙهي ڪلندو هليو وجي ٿو؟

ها! مون اهڙو ڪردار ڏنو آهي، جنهن ذري گهٽ چاهيو تہ مان دوستو وسڪيءَ جي ڪردار ڪرلوف وانگر آپگهات ڪيان. جي مون کي آرٽ نہ بچائي ها تہ هُن جي سياست مون کي نهوڙي نئي ها.

- ڪتا فقير جي ڪِڍِ پؤڪندا ٿا وتن. فقير کي لٺ بہ ڪو نہ آهي، رڳو رمندو ٿو رهي.
- سنڌ! منهنجي شاعري تُنهنجي چوڌاري ديوار چڻ اڏي ٿي وجي جا ڪوئي حملہ آور ٽپي نہ سگهندو.
- ڪبير مون کي چيو: "منهنجي شاعري ڪيتري ٿوري آهي، تو ڪيڏو گهڻو لکيو آهي!" مون هن کي جواب ڏنو: "ڪبير! تون تہ هنس وانگر آهين، مان پوري مانسروور آهيان."
- "آءُ تہ هماليہ پهاڙ جي چوٽيءَ پَهچون!"

"چا، شيخ اياز تي تحقيق جو شوق ٿيو اٿيئي؟"
- ڇا هي گنگا جو گهاٽ نہ آهي؟ هي منهنجو شعر جنهن ۾ ڪيئي صديون سمايل آهن.
- مان گهيرٽ ڪاٽي رهيو آهيان ۽ منهنجو قلم لکي رهيو آهي. خاموشي! تنهنجي وجود ۾ ڪير آهي جو منهنجي هٿ کي هلائي رهيو آهي؟
- مان موهن جي دڙي جو جڙوئُو آهيان ۽ تولاءِ شاعريءَ جي هار ۾ موتي جَڙي رهيو آهيان. ڇا توکي ڄاڻ آهي تہ تنهنجي ڌرتيءَ جي وڏي ۾ وڏي ميراث

منهنجا لُڙڪ آهن؟

- ڪنهن وقت ڪاغذ تي اڏ سٽ لکيل هوندي ۽ قلم منهنجي هٿ مان ڪري پوندو ۽ مان هيٺ ائين ڪري پوندس جيئن مور رقص ڪندي مرندو آهي ته بادلن جي اکين مان ڳوڙها وهي ويندا آهن. اها اڏ سٽ ڪهڙي هوندي؟

شايد:

"انسان مَرِي ڪيڏانهن.......

- ڇا هو مري ويو؟ نه يار، هو مري نه ٿو سگهي، هو ته ڪيترو وقت اڳي امر ٿي چُڪو هو.



اي سنڌ!
جيڪڏهن
تو وٽ
وري ڪَوي پيدا نہ ٿئي
تہ مان
تولاءِ ڪافي آهيان،
نہ رڳو تولاءِ
پر ننڍي ڪنڊ لاءِ
ڪافي آهيان.
جيڪڏهن
توکي ويساهہ نہ اچي
تہ ڪاليداس کان ٽئگور تائين
ڪنهن کان بہ
پُڇي ڏس !

●

هن پڇيو، ”اڄ ڪالهه ڇا تي ٿو سوچين؟“
مون جواب ڏنو، ”انهيءَ ڳالهه تي سوچان ٿو جنهن تي منهنجيءَ عمر ۾ سوچڻ گهرجي.
”سوچان ٿو تہ ڪڪرن کان اڳتي بہ ڪائي دنيا آهي؟
”هي بادلن برج ڇو بڻايا آهن؟
”سوچان ٿو تہ مون واريءَ مان ڪيترا گهروندا ٺاهي ڊاهي ڇڏيا ۽ وقت جي طوفان انهن جي ريت جو ڪڻو ڪڻو اڏائي ڇڏيو آهي!
”سوچان ٿو تہ منهنجا گيت بہ هوا ۾ پکڙجي ويندا ڇا؟
”سوچان ٿو منهنجي ٻوليءَ ڪيڏا نہ قلعا اڏيا آهن؟ في الحال تہ انهن کي ڪوئي متائي نہ ٿو سگهي، نہ انهن جي ديوار ٽپي ٿو سگهي نہ انهن جا مضبوط دروازا ٽوڙي ٿو سگهي. پر ڇا آخر ۾ اهي بہ آثار قديمہ ٿي ويندا؟
”ڪهڙو قلعو آهي جنهن تي آثار قديمہ وارن قبضو

نہ ڪيو آهي؟

”کهڙو قلعو آهي، جنهن جون پتيون پُري نہ ويون آهن، جنهن جا ڪنگرا ڪِري نہ پيا آهن، جنهن جون منقش ديوارون ڦٽي نہ ويون آهن ۽ انهن تي ڪائي تصوير چٽي نہ آهي.

”ها پر قلعا فقط سِرن جا نہ آهن سُرن جا بہ آهن، انهن جي گَچ ۾ ڳَيچ آهن، اُنهن جي تعمير اُنهن ٻولن مان ٿي آهي، جن ڪي صدين جي ڳَلن ٺاهيو آهي ۽ جي فولاد ڪان وڌيڪ مضبوط آهن.

”سوچان ٿو تہ ڪهڙي ثابتي آهي تہ اهي قلعا مون اڏايا هئا، جن جون ديوارون چنڊ کي ڇهن ٿيون ۽ جي چڪور اجا تائين ٽپي نہ سگهيا آهن.

”سوچان ٿو انهن جي ثابتي هي پٿر جو ڪتبو ئي تہ آهي جنهن تي منهنجي نالي جي اُڪرَ ٿي رهي آهي؟

”ڇا منهنجا هَڏا منهنجي نالي کي ڳولي سگهندا؟

”سوچان ٿو تہ ڪاليداس کان ڪبير تائين رڳو نالا ئي تہ وڃي رهيا آهن.

”سوچان ٿو تہ نالن ۾ ڇاهي؟ نالن ۾ ڇاهي؟ ڇا هي .........“

●

اي دنيا
تنهنجا ڳوڙها
مون لاءِ ڪهڙي معنيٰ ٿا رکن ؟
تون
منهنجي موت تي
روئيندينءَ به نه ڇا ٿيندو؟
چنڊ
توکي ميار نه ڏيندو،
دراصل ميار جي قابل به نه سمجهندو،
۽ بادلن ۾ ڇُپي ويندو،
سِجُ
تو ڏانهن تيز اکين سان گهوري،
ڪنهن بڙ جي پَنَ پنيان
ڇپي ويندو.
رڳو رابيل جي ڳلن تي ماڪ
توکي ميار ڏئي
پنهنجي راهه رمندي رهندي،
۽ رابيل جا گُل ڦُٽي

منهنجي شاعريءَ جي سڳنڌ کي
جَهٽي وٺندا،
۽ رات جا ڪارا وار
توتي افسوس ڪندا
تہ تو
اهڙيءَ سڳنڌ جو
هُن جي جيئري
قدر ڇو نہ ڪيو!



متان منهنجي موت ڪانپوءِ روئين!
مان نہ
هي سارو سنسار ڇڏي چُڪو آهيان،
ڏسُ ستارن جي جاڳ ۾
مان جاڳان ٿو،
۽ چَندُ جڏهن
ڪيرٿر جي لَڪن تي اُڀري ٿو
تہ مان بہ
هن سان پَنڌ ۾ گڏ آهيان.
تون مون کي گل مهر جي ڳُلن ۾
ڇهي سگهين ٿي،
۽ صنوبر جي وارن ۾
سينڌ ڪڍنديءَ
تہ اُنهن ۾
توکي ٻقو نظر نہ ايندو
جيئن منهنجي ڪارن وارَن ۾ نہ آهي،

ءَ تون جڏهن ننڊ ڪندينءَ
تہ توکي ائين لڳندو
تہ تو منهنجن وارن ۾
مُنهن ڇپايو آهي
وارَ جي
ڪڏهن بہ اُچا نہ ٿيٽا آهن
ءَ جن مان
گهنگهور گهٽائن جي
ڪيفيت نہ وڃٽي آهي!

•

ڳوَلِ
مون ڪي هن املتاس جي ڇُڳن ۾ ڳوَل !
شايد
انهن ۾
منهنجي شاعري لڙڪي رهي آهي؟
هن گل مهر ۾ ڳوَلِ!
متان ان جي گلن ۾
منهنجي شاعريءَ جو رنگ روپ ملي وَڃيئي!
هن سِرنهن جي نڙيل وڻ
جي خوشبو ۾ ڳوَلِ!
جنهن جي رستي تي
منهنجي شاعري ٿهلندِي آهي!
پو بہ جي مان
توکي نہ ملان
تہ هُن سانوڻ جي
وسندڙ ڪَڪَر ۾ ڳوَل!

متان
ان ۾
توکي
منهنجا ڪجهه لُڙڪ ڦُڙا ملي وڃن،
جي مون ڪنهن جي جدائيءَ ۾ ڳاڙيا آهن
۽ جي
منهنجي شاعريءَ ۾
ائين جذب ٿي چڪا آهن،
جيئن ٿر جي واري
مينهن ڇُهي وبندي آهي.



# ڀل ڏاهون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٢٢ | ٥ ۽ ٦ | "تہ تنهنجو منهن<br>تنهنجا مونا | تہ "تنهنجو منهن<br>۽ تنهنجا مونا |
| ٤٥ | فٽ نوٽ | رد | ردي |
| ٥٦ | ١٩ | رهين | رهي |
| ٦١ | فٽ نوٽ ٢ سٽ | گرچہ | آگرچہ |
| ٦٣ | ١٣ | چيش! | چئيش. |
| ٦٦ | ٥ | ڌي | ڌِي |
| ٩٤ | ١٠ | جوئر ڏ ڏي ۾ آهي | جوئر ڏيڏي ۾ آهي |
| ١١٢ | ١٤ | نقش پايا | نقش پا پايا |
| ١١٤ | ٣ | چمڪات | چمڪات |
| ١١٩ | ١٤ | ڀڏي، تڏهن روئي رهي | ڀڏي روئي رهي |
| ١١٩ | ١٥ | تہ مون کي | تڏهن مون کي |
| ١٣٠ | ١١ | آنڌو وشواسي | آنڌ - وشواسي |
| ١٦٥ | ٨ | يڪ ليحت | يڪ لخت |
| ١٦٧ | ١٣ | فلاطنيوس | فلاطينوس |
| ١٧٤ | ٢ | مهدو دت | مهد ويت |
| ٢١٢ | ١٥ | پهونڪون | ١- پهونڪون |
| ١٢٢ | ١٤ | اس | ٢- اس |
| ٢٢١ | ١٠ | تو مونا ليزا<br>ثاني، جنگ | تو مونا ليزا ڏاهي<br>ٻيو جنگ |
| ٢٢٩ | ١٢ | ڀونچ | ڀون وچ، |
| ٢٣٠ | ١٣ | چوٽيءَ پهچون | چوٽيءَ تي پهچون |
| ٢٣٤ | ٨ | جي گلن | جي ٻولن |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪلهہ اٽڪل نهايت ٻن ٻائي ... ("هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)